# محمد ﷺ جي مدني زندگي جو هڪ ڏينهن

## ليکڪ

## عبد الو هاب بن ناصر الطريري

## ترجمو

## ظفير احمد

# فهرست


مـــنـــڍ ........ 1

فجر جو وقت ........ 3

صبح حضور ﷺ سان گڏ ........ 13

مسجد ڏانهن واپسي ........ 18

عصر (ٽپهري) ........ 23

مغرب ڪانپوءِ ........ 27

سومهڻي جي نماز (عشا) ........ 33

رات جو پهريون پهر ........ 35

اڌ رات ........ 39

گهگهه اونداهي ۾ ٻاهر وڃڻ ........ 49

فجر کان اڳ ٿوري ننڊ ........ 52

پيغمبر ﷺ جي زندگي جو هڪ ڏينهن پڙهڻ جو مقصد ........ 53

# مــــنـــــيد

إِنَّ الْحَمْدَ لِلَّهِ نَحْمَدُهُ وَنَسْتَعِينُهُ وَنَسْتَغْفِرُهُ وَنَعُوذُ بِاللَّهِ مِنْ شُرُورِ أَنْفُسِنَا وَمِنْ سَيِّئَاتِ أَعْمَالِنَا مَنْ يَهْدِهِ اللَّهُ فَلاَ مُضِلَّ لَهُ وَمَنْ يُضْلِلْ فَلاَ هَادِىَ لَهُ وَأَشْهَدُ أَنْ لاَ إِلَهَ إِلاَّ اللَّهُ وَحْدَهُ لاَ شَرِيكَ لَهُ وَأَشْهَدُ أَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهُ وَرَسُولُهُ

بيشڪ سڀ تعريفون الله تعالىٰ جي لاءِ آهن، اسان هن جي تعريف بيان ڪندا آهيون ۽ صرف هن کان ئي مدد گهرندا آهيون ۽ هن کان ئي بخشش گهرون ٿا ۽ پنهنجي نفس جي شرارتن ۽ پنهنجي خراب عمل جي الله تعالىٰ کان پناه گهرون ٿا. الله تعالىٰ جنهن کي سڌو ڏيکاري ان کي ڪو گمراه نٿو ڪري ۽ جنهن کي گمراه ڪري ان کي ڪو سڌو رستو نٿو ڏيکاري سگهي ۽ مان ان ڳالھ جي شاهدي ڏيان ٿو ته الله تعالىٰ کانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ناهي، هو اڪيلو آهي هن جو ڪو به شريڪ ڪونهي ۽ مان ان ڳالھ جي شاهدي ڏيان ٿو ته بيشڪ محمدﷺ هن (الله تعالىٰ) جو ٻانهون ۽ رسول آهي.

دنيا جي تاريخ تي نظر وجهڻ سان اسان کي ڪئي اهڙا انسان ملن ٿا جن ملڪن جا ملڪ پنهنجي تلوار جي زور فتح ڪيا ۽ شهنشاه ڪوٺرائڻ لڳا. دنيا جي ڪروڙين انسان تي حڪومت ڪئي. وڏا وڏا محل نهرايائون ۽ لکن جي فوج هوندي هئي ۽ انهن جي اطاعت ۽ غلامي ۾ ڪروڙين انسان هوندا هئا. اڄ تاريخ جي ڪتابن جي ورڪن ۾ دفن ٿيل آهن. حضرت محمدﷺ جي هڪ اهڙي شخصيت آهي جيڪا انسانن جي دلين ۾ اهڙي طرح زنده آهي جهڙي طرح هو اڄ کان چوڏهن سئو سال اڳ زنده هئي. ان جو سبب حضرت محمدﷺ جو پيغام هو. پاڻ ڪريمﷺ جي قول ۽ فعل جو هڪ هجڻ آهي. ان کان علاوه حضورﷺ اخلاق جي ان مقام تي فائض جنهنجو ڪو به انسان تصور نٿو ڪري سگهي. پيغمبرﷺ جي اخلاق جي گواهي الله تعالىٰ قرآن ۾ پاڻ ڏني آهي.

وَإِنَّكَ لَعَلَىٰ خُلُقٍ عَظِيمٍ ﴿٤﴾

۽ بيشڪ تون اعلىٰ اخلاق تي فائض آهين

نبي ڪريمﷺ جو پيغام ڪو نئون پيغام نه هو بلڪ هر پيغمبر ساڳيو پيغام ماڻهن تائين پهچايو پر پيغمبرﷺ جو هي پيغام انسانيت جي لاءِ آخري تنبيه هئي. ڇاڪاڻ ته نبي ڪريمﷺ کانپوءِ

ٻيو ڪو بہ پيغمبر ناهي اچڻو. اڳيان پيغمبر ان پيغام کي صرف پهچائيندا هئا پر نبي ڪريمﷺ جي ذمي نہ رڳو پيغام کي پهچائڻ هو بلڪ ان جي تعميل بہ ڪرڻي هئي. اهو تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿو جڏهن رهبر جي قول ۽ فعل ۾ فرق نہ هجي. هن جو ورتاءُ امير ۽ غريب جي لاءِ ساڳيو هجي. نبي ڪريمﷺ جو ڪردار ان جي مثال پاڻ آهي. ان ورتاءُ جي ڪري رسول اللهﷺ جو هر لفظ ۽ هر عمل سندس ساٿين جي دلين ۽ دماغن ۾ چيچجي ويندو هو. الله تعالیٰ بہ حڪم ڏنو تہ:

لَّقَدْ كَانَ لَكُمْ فِى رَسُولِ ٱللَّهِ أُسْوَةٌ حَسَنَةٌ ﴿٢١﴾ (سورت الاحزاب)

بيشڪ توهان جي لاءِ رسول الله (ﷺ) جي زندگي مثالي زندگي آهي

پاڻ ڪريمﷺ جي ساٿين نہ صرف هن جي سنت تي عمل ڪيو بلڪ هن جو پيغام ۽ ورتاءُ ايندڙ نسلن تائين پهچايو. اصحابيؓ نبي ڪريمﷺ جي پنهنجي والدين کان بہ وڌيڪ عزت ۽ ادب ڪندا هئا. پنهنجي هر خوشي ۽ غمي ۾ نبي ڪريمﷺ جي موجودگي کي برڪت ۽ رحمت جو سبب سمجهندا هئا ۽ پيغمبرﷺ بہ هميشہ انهن وٽ هلي ويندو هو ۽ انهن جي لاءِ هميشہ دعا ڪندو ۽ انهن جي مدد ڪندو هو. تنهنڪري الله تعالیٰ سيني انسانن کي حڪم ڏنو آهي تہ:

وَتُعَزِّرُوهُ وَتُوَقِّرُوهُ ﴿٩﴾ (سورت الفتح)

۽ هن جي عزت ڪريو ۽ هن جو احترام ڪريو.

الله تعالیٰ پنهنجي ان فرمان تي پاڻ بہ عمل ڪري ڏيکاريو. پاڻ ڪريمﷺ جتي رهيا ۽ جتان گذريا انهن سيني شين جو الله تعالیٰ مان وڌائي ڇڏيو.

لَآ أُقْسِمُ بِهَـٰذَا ٱلْبَلَدِ ﴿١﴾ وَأَنتَ حِلٌّ بِهَـٰذَا ٱلْبَلَدِ ﴿٢﴾ (سورت البلد)

هن (مڪي جي) شهر جو قسم (1) جنهن ۾ تون رهندو آهين (2)

پيغمبرﷺ جي هر ادا کي الله تعالیٰ محفوظ ڪري قيامت تائين ايندڙ انسان تائين پهچائڻ جو بندوبست ڪري ڇڏيو.

# فجر جو وقت

جڏهن پرهه ڦٽي (فجر) پنهنجو مک رات جي ڪاري چادر مان ڪييو، ان وقت بلالؓ جي آواز رات جي مانار ۾ مدرتا پيدا ڪري ڇڏي. هن جي اذان جي آواز تي پاڻ سڳوراﷺ جنهن رات جو ڪافي حصو تهجد جي نماز پڙهندي گذاريو هو، ڪن پل آرامي ٿيا هئا سي جاڳي پيا.

بلال جي اذان تي حضورﷺ ننڊ مان سجاڳ ٿي پيا. پاڻﷺ اٿڻ سان ئي مسواڪ (ڪاٺ جو ڏندڻ) ڪنيو ۽ ڏندن کي صاف ڪيائون. ان ڪانپوءِ فرمايائون: اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذي أَحْيَانَا بَعْدَ مَا أَمَاتَنَا وَإِلَيْهِ النُّشُورُ سڀ ساراه الله تعالىٰ جي لاءِ آهي جنهن اسان کي موت ڪانپوءِ زندگي ڏني. جنهن ڏانهن اسان پني کي ورڻو آهي.[1] ان ڪانپوءِ پاڻﷺ اذان جو جواب ڏيڻ شروع ڪيو. جيئن مُؤذن چئي رهيو هو پاڻﷺ ان کي دهرائي رهيا هئا. جڏهن مؤذن (اذان ڏيندڙ) " اللهُ أَكْبَرُ، اللهُ أَكْبَر" (الله عظيم آهي، الله عظيم آهي) چئي بس ڪيو ته پاڻﷺ به " اللهُ أَكْبَرُ، اللهُ أَكْبَر" چيو. جڏهن مؤذن " أَشْهَدُ أَنْ لَّا إِلٰهَ إِلَّا اللهُ " ( مان شاهدي ڏيان ٿو ته الله تعالىٰ ڪانسواءِ ڪو به معبود ناهي) ته نبي ڪريمﷺ (و انا) ( ۽ مان به) چئي موذن جا ساڳيا لفظ ورجائي ٿو. اهڙي نموني جڏهن مؤذن "أَشْهَدُ أَنَّ مُحَمَّدًا رَّسُوْلُ اللهِ" (مان گواهي ڏيان ٿو ته محمدﷺ الله جو رسول آهي) چوي ٿو ته نبي ڪريمﷺ (و انا) ( ۽ مان به) چئي موذن جا ساڳيا لفظ ورجائي ٿو. ان ڪانپوءِ مؤذن ماڻهن تي زور ڀري ٿو : " حيَّ عَلَى الصَّلَاة، حَيَّ عَلَى الْفَلَاح" (نماز ڏانهن اچو، ڪاميابي ڏانهن اچو) ته پاڻﷺ چون ٿا: " لَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ إِلَّا بِالله" ( سڀ طاقتون الله تعالىٰ جي مرضي جون محتاج آهن) اذان جو پڇريون جملو آخر ۾ وري دهرائجي ٿو ته جيئن ماڻهن کي پڪ ٿئي ته عظمت صرف الله جي آهي. نبي ڪريمﷺ به مؤذن سان گڏ اهو جملو ورجائن ٿا.

اذان ختم ٿين ڪانپوءِ حضورﷺ هي دعا پڙهن ٿا. "اللَّهُمَّ رَبَّ هَذِهِ الدَّعْوَةِ التَّامَّةِ، وَالصَّلَاةِ الْقَائِمَةِ، آتِ مُحَمَّداً الْوَسِيلَةَ وَالْفَضِيلَةَ، وَابْعَثْهُ مَقَاماً مَحْمُوداً الَّذِي وَعَدْتَهُ، إِنَّكَ لَا تُخْلِفُ الْمِيعَادَ"

---

[1] حضرت محمدﷺ ننڊ کي موت سان تشبيهه ڏني آهي. پاڻﷺ فرمايو ته: "خدا جو قسم، توهان مرندؤ جيئن توهان سمهندا آهيو ۽ توهان زندهه ٿيندؤ جيئن توهان جاڳندا آهيو." قرآن پڻ موت ۽ ننڊ کي هڪجهڙو چيو آهي. " الله ماڻهن جا رُوح سندن مرڻ جي مهل ڪيندو آهي ۽ جيڪو نه مُئو آهي (تنهن جو روح) سندس ننڊ (جي حالت) ۾ (ڪيندو آهي)، پوءِ جنهن تي موت جو حُڪم ڪيو اٿس تنهن کي جهليندو آهي ۽ اُن ٻئي کي هڪ مُقرر مُدّت تائين مهلت ڏيندو آهي. بيشڪ هن ۾ ماڻهن جي لاءِ نشانيون آهن جيڪي ڌيان ڪندا آهن. (39:42)

منهنجا پالڻهار! هن ڪامل اذان ۽ قائم ڪيل نماز جا رب، محمدﷺ کي وسيلو (ذريعو، آڌار) ۽ فضيلت (بزرگي، فوقيت) عطا فرما ۽ ڪيس ان اعلىٰ مقام تي پهچاءِ، جنهنجو تو هن سان وعدو ڪيو آهي، بيشڪ تنهنجو واعدو پڪو هوندو آهي.

ان ڪانپوءِ پيغمبرﷺ اٿندا هئا. هنﷺ کي غسل جي ضرورت هوندي ته غسل ڪندا هئا نه ته وضو ڪندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن بغير وضو جي به نماز پڙهائيندا هئا. ڪنهن پاڻﷺ کان پڇيو:

" ڇا ايئن ڪرڻ صحيح آهي؟"

نبي ڪريمﷺ فرمايو:

"صرف منهنجيون (ﷺ) اکيون بند هونديون آهن باقي منهنجو ذهن سجاڳ هوندو آهي." (يعني مان جاڳيل هوندو آهيان)

ان ڪانپوءِ پاڻ سڳوراﷺ فجر جون ٻه رڪعتون نفل پڙهندا هئا. نبي ڪريمﷺ بيا نفل ايترو تڪڙو نه پڙهندا جيترو فجر جا نفل پڙهندا هئا. پاڻﷺ تمام مختصر ٻه نفل ادا ڪندا هئا. اهي ايترو ته مختصر هوندا هئا جو ڏسندڙ سوچيندو هو ته هن سورت فاتح پڙهي به آهي يا نه جيڪا هر رڪعت ۾ پڙهڻ فرض آهي. پاڻﷺ پهرين رڪعت ۾ اڪثر ڪري سورت الڪافرون پڙهندا هئا. جنهن ۾ فرمايل آهي.

قُلْ يَـٰٓأَيُّهَا ٱلْكَـٰفِرُونَ (١) لَآ أَعْبُدُ مَا تَعْبُدُونَ (٢) وَلَآ أَنتُمْ عَـٰبِدُونَ مَآ أَعْبُدُ (٣) وَلَآ أَنَا۠ عَابِدٌ مَّا عَبَدتُّمْ (٤) وَلَآ أَنتُمْ عَـٰبِدُونَ مَآ أَعْبُدُ (٥) لَكُمْ دِينُكُمْ وَلِىَ دِينِ (٦) (سورت الڪافرون)

(پيغمبرﷺ)چئو (انهن ڪافرن کي) اي ڪافرؤ (1) جنهنجي توهان عباد ڪندا آهيون انهن کي مان نه پوڄيندس (2) ۽ جنهن (الله تعالىٰ) جي مان عبادت ڪندو آهيان ان جي توهان عبادت نه ڪندؤ(3) ۽ مان انهن جي ڪڏهن عبادت نه ڪندس جنهنجي توهان ڪندا آهيو(4) ۽ جنهن (الله تعالىٰ) جي مان عبادت ڪندو آهيان ان جي توهان عبادت نه ڪندؤ(5) اوهان لاءِ اوهان جو دين ۽ مون لاءِ منهنجو دين آهي(6)

ٻئي رڪعت ۾ گهڻو ڪري سورت الاخلاص پڙهندا هئا. جنهن ۾ فرمايل آهي.

قُلْ هُوَ ٱللَّهُ أَحَدٌ (١) ٱللَّهُ ٱلصَّمَدُ (٢) لَمْ يَلِدْ وَلَمْ يُولَدْ (٣) وَلَمْ يَكُن لَّهُۥ كُفُوًا أَحَدٌۢ (٤) (سورت الاخلاص)

(اي پيغمبر) چؤ ته الله احد (هڪ ۽ ڪامل) آهي (1) الله ڪنهنجو به محتاج ناهي ۽ سڀ هن جا محتاج آهي (2) نڪي ڄڻيائين، ۽ نڪي ڄڻيو ويو(3) ۽ هن جهڙو ڪوبه ڪونهي (4)

**ڪڏهن ڪڏهن نبي ڪريمﷺ سورت البقرة جي آيت 136) پڙهندو جنهن ۾ فرمايل آهي.**

قُولُوٓاْ ءَامَنَّا بِٱللَّهِ وَمَآ أُنزِلَ إِلَيۡنَا وَمَآ أُنزِلَ إِلَىٰٓ إِبۡرَٰهِـۧمَ وَإِسۡمَـٰعِيلَ وَإِسۡحَـٰقَ وَيَعۡقُوبَ وَٱلۡأَسۡبَاطِ وَمَآ أُوتِىَ مُوسَىٰ وَعِيسَىٰ وَمَآ أُوتِىَ ٱلنَّبِيُّونَ مِن رَّبِّهِمۡ لَا نُفَرِّقُ بَيۡنَ أَحَدٍ۬ مِّنۡهُمۡ وَنَحۡنُ لَهُ ۥ مُسۡلِمُونَ (١٣٦)

(توهان سڀ ) چئو ته اسان ايمان آندوالله تعالىٰ تي ۽ (قرآن تي) جيڪو اسان ڏانهن نازل ڪيو ويو آهي ۽ جيڪي (صحيفا) ابراهيم ۽ اسمٰعيل ۽ اسحٰق ۽ يعقوب ۽ يعقوب جي اولاد ڏانهن نازل ڪيا ويا آهن ۽ جيڪي موسىٰ ۽ عيسىٰ کي ڏنو ويو آهي ۽ جيڪي ٻين پيغمبرن کي سندن پالڻهار طرفان مليا آهن، (اسان) انهن (سڀني کي مڃيون ٿا) منجهائن ڪنهن هڪ جي وچ ۾ فرق نٿا پائيون، ۽ اسين اُن (هڪ الله) کي مڃيندڙ آهيون (136).

**وري ڪڏهن  سورت آلعمران جي آيت 64 پڙهندو هو جنهن ۾ فرمايل آهي.**

قُلۡ يَـٰٓأَهۡلَ ٱلۡكِتَـٰبِ تَعَالَوۡاْ إِلَىٰ كَلِمَةٍ۬ سَوَآءِۭ بَيۡنَنَا وَبَيۡنَكُمۡ أَلَّا نَعۡبُدَ إِلَّا ٱللَّهَ وَلَا نُشۡرِكَ بِهِۦ شَيۡـًٔ۬ا وَلَا يَتَّخِذَ بَعۡضُنَا بَعۡضًا أَرۡبَابً۬ا مِّن دُونِ ٱللَّهِ‌ۚ فَإِن تَوَلَّوۡاْ فَقُولُواْ ٱشۡهَدُواْ بِأَنَّا مُسۡلِمُونَ (٦٤)

(اي پيغمبر) چؤ ته اي ڪتاب کي مڃنيدڙؤ اسان ۽ اوهان جي وچ ۾جيڪا ڳالهه  هڪ جهڙي آهي ان ڏانهن اچو(ان تي اتفاق ڪريون. اها ڳالهه آهي)  ته الله ڪانسواءِ ڪنهن جي عبادت نه ڪريون ۽ نڪي ساڻس ڪنهن شيء کي شريڪ ڪريون ۽ نڪي اسان مان ڪو ڪنهن کي (ٻـ) الله ڪانسوٰ (رب) پالڻهار ڪري مڃي، پوءِ جيڪڏهن نه مڃن ته (پوءِ انهن کي) چؤ ته شاهد هُجو ته اسين پڪا مُسلمان آهيون (64).

**يا وري ڪڏهن  سورت آلعمران جون آيتون 52-53 پڙهندو هو جن ۾ فرمايل آهي.**

فَلَمَّآ أَحَسَّ عِيسَىٰ مِنۡهُمُ ٱلۡكُفۡرَ قَالَ مَنۡ أَنصَارِىٓ إِلَى ٱللَّهِ‌ۖ قَالَ ٱلۡحَوَارِيُّونَ نَحۡنُ أَنصَارُ ٱللَّهِ ءَامَنَّا بِٱللَّهِ وَٱشۡهَدۡ بِأَنَّا مُسۡلِمُونَ (٥٢) رَبَّنَآ ءَامَنَّا بِمَآ أَنزَلۡتَ وَٱتَّبَعۡنَا ٱلرَّسُولَ فَٱڪۡتُبۡنَا مَعَ ٱلشَّـٰهِدِينَ (٥٣)

پوءِ جنهن وقت عيسىٰ محسوس ڪيوته (بني اسرائيل وارن) ڪُفر تي قائل آهن  (تنهن مهل) چيائين ته الله جي راهه ۾ منهنجو ڪير مددگار ٿيندو؟ حوارين (پوئلڳن) چيو ته اسين الله (جي دين ۽ تنهنجا) جا مددگار آهيون،اسان الله کي مڃيوسون ۽ شاهد هُجان ته اسين پَڪا مُسلمان آهيون (52) اي اسانجا پالڻهار جيڪي (ڪتاب) تو نازل فرمائي آهي تنهن کي مڃيوسون ۽ پيغمبر جي تابعداري ڪئي سون تنهنڪري اسانکي شاهدن ۾ لک (53).

**حضورﷺ فجر کان ٻه رڪعتون نفل وڏي پابندي سان پڙهندا هئا. پاڻﷺ هميشه فرمائيندا هئا ته:**

ركعتا الفجر خير من الدنيا وما فيها (صحيح مسلم 725)

## اهي ٻه رڪعتون مون لاءِ سڄي دنيا ۽ ان ۾ موجود هر شيءِ کان وڌيڪ قيمتي آهن

ٻہ رڪعتون نفل ادا ڪرڻ کان پوءِ جيڪڏهن پاڻ ﷺ پنهنجي گهرواري کي سجاڳ ڏسندو هو تہ پاڻ ﷺ هنؓ سان تمام دوستاڻي ۽ محبت واري لهجي سان ڳالهائيندو هو. اها ڳالهہ ڪيتري نہ خوش ٿيندي جڏهن هن جي ڏينهن جي شروعات مڙس جي پيار ڀريل ڳالهين سان ٿئي. جيڪڏهن پاڻ ﷺ جي گهر واري ننڊ ۾ هوندي هئي تہ نبي ڪريم ﷺ پنهنجي ساڄي پاسي ليٽي ٿورو آرام ڪندو هو جيستائين فرض نماز جو وقت ٿئي.

جڏهن بلالؓ ڏسندو هوتہ مسجد ۾ جماعت گڏ ٿي چڪي آهي تہ هو پاڻ ﷺ جي حجري ڏانهن ويندو هو ۽ نبي ڪريم ﷺ کي اطلاع ڏيندو هو " يا رسول الله ﷺ ! نماز جو وقت ٿي ويو آهي." ان کانپوءِ نبي ڪريم ﷺ اچي فرض نماز پڙهائيندا هئا. جڏهن حضور ﷺ پنهنجي گهر کان ٻاهر نڪرندا هئا تڏهن آسمان ڏانهن نهاري فرمائيندا هئا:

بِسْمِ اللَّهِ تَوَكَّلْتُ عَلَى اللَّهِ اللَّهُمَّ إِنَّا نَعُوذُ بِكَ مِنْ أَنْ نَزِلَّ أَوْ نَضِلَّ أَوْ نَظْلِمَ أَوْ نُظْلَمَ أَوْ نَجْهَلَ أَوْ يُجْهَلَ عَلَيْنَا (سنن الترمذي كتاب الدعوات 3427)

الله تعالىٰ جي نالي سان شروع، مان الله تعالىٰ تي ڀروسو ڪيو، يا الله!مان توکان پناهہ گهران ٿو (ان ڳالهہ کان) تہ مان گمراهہ ٿيان ۽ گمراهہ ڪيو وڃان، خطا ڪيان يا خطا ڪرائي وڃي، ظلم ڪيان يا مون تي ظلم ٿئي، مان جاهل ٿيان يا ڪو اسان سان جهالت واري روش رکي.

جڏهن پاڻ ﷺ مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا تہ هي دعا پڙهندا هئا.

أعوذُ بِاللّهِ العَظِيـمِ، وَبِوَجْهِـهِ الكَرِيـمِ وَسُلْطَـانِهِ القَدِيـمِ، مِنَ الشَّيْـطَانِ الرَّجِـيمِ، بِسْـمِ اللّهِ وَالصَّلَاةُ وَالسَّلَامُ عَلَى رَسُولِ اللّهِ، اَللَّهُـمّ افْتَـحْ لِي أَبْوَابَ رَحْمَتِـكَ (سنن ابي داود 349/1(466))

"مان الله تعاليٰ جي پناهہ ۾ اچان ٿو ، ان جي عظيم چهري سان، ۽ ان جي ابدي اختيار سان، ملعون شيطان کان، الله جي نالي سان شروع ۽ درود ۽ سلام هجي الله جي رسول تي. يا الله! مون لاءِ پنهنجي رحمت جا دروازا کول".

جڏهن بلال ڏسندو هوتہ پاڻ ﷺ مسجد ۾ داخل ٿيا آهي تہ هو اقامہ (نماز پڙهڻ جي اذان) چوندا هئا. جڏهن اصحابؓ حضور ﷺ کي ايندي ڏسندا هئا تہ اهي فرض نماز پڙهڻ لاءِ اٿي بيهندا هئا ۽ ان سان گڏ صِفون سڌيون ڪرڻ لڳندا هئا.

جڏهن نبي ڪريمﷺ مسجد ۾ داخل ٿيندو هو تہ هن جي مٿي کان پاڻي جا قطرا وهي هيٺ پيا ڪرندا هئا جڻ هو هاڻي هاڻي غسل ڪري نڪتو هجي. ڪجھ موقعن تي پاڻﷺ مسجد ۾ داخل ٿيندو هو ان کانپوءِ اقامت چئي ويندي هئي. جنهن کانپوءِ جماعتي اٿي صِفون سڌيون ڪري بيهندا هئا. تڏهن پاڻﷺ کي ياد ايندو هو تہ پاڻﷺ جنابت (جَنابَة) (غسل جي ضرورت/ناپاڪي) جي حالت ۾ آهن. نبي ڪريمﷺ هٿ جي اشاري سان پنهنجي اصحابؓ کي چوندو هو تہ "پنهنجي جاين تي بيٺا هجو". تنهن کانپوءِ پاڻﷺ گهر موٽي ويندا هئا ۽ تڪڙو غسل ڪري ايندا هئا ۽ سندسﷺ جي مٿي مان پاڻي جا قطرا هيٺ ڪرندا نظر ايندا هئا. نبي ڪريمﷺ اهڙين ڳالهين کي لڪائيندا نہ هئا ۽ نہ وري اهڙين ڳالهين کان عار محسوس ڪندا هئا. حضورﷺ جي حياتي بہ عام انسانن جي زندگيءَ جي سيني پهلوئن جي عڪاس هئي. قرآن ۾ الله تعالىٰ رسول اللهﷺ جي باري ۾

فرمائي ٿو تہ : وَلَوْ جَعَلْنَـٰهُ مَلَكًا لَّجَعَلْنَـٰهُ رَجُلًا (۹) (سورت الانعام آيت 9)

"۽ جيڪڏهن اسان ملائڪ کي موڪليون ها تڏهن انساني شڪل ۾ موڪليون ها"

جڏهن پاڻ ڪريمﷺ نماز پڙهائڻ لاءِ بيهندا هئا تہ پهريان صِفون سڌيون ڪرائيندا هئا. پاڻﷺ اصحابَ کي چوندا هئا:

سَوُّوا صُفُوفَكُمْ، وتراصوا، فَإِنّ تَسْوِيَةَ الصُّفُوفِ مِنْ إِقَامَةِ الصّلاةِ (صحيح البخاري 723، صحيح المسلم 435)

پنهنجون صِفون سڌو ڪريو ۽ هڪ ٻئي جي ويجهو بيهو. سڌيون صِفون نماز جي تڪميل جو حصو آهن.

ان کانپوءِ اللهُ أَكْبَرَ (الله عظيم (وڏو) آهي) چئي نماز شروع ڪندا هئا. جيئن الله اڪبر چوندا هئا تہ پنهنجا ٻئي هٿ ڪلهن جي برابر تائين مٿي ڪندا هئا. ان کانپوءِ پنهنجو ساڄو هٿ کابي هٿ جي مٿان رکندا هئا (ٻئي هٿ پيٽ سان لڳل هوندا هئا). ان کانپوءِ پنهنجو آواز بلند ڪرڻ کان سواءِ (جهيڻي آواز ۾ يا دل ۾) چوندا هئا.

اللَّهمَّ باعِدْ بَيْني وبَيْن خَطاياىَ كما باعَدْتَ بَيْنَ المشرِقِ والمغرِبِ اللَّهمَّ نقِّني مِن الخَطايا كما يُنقَّى الثَّوبُ الأبيضُ مِن الدَّنَسِ اللَّهمَّ اغسِلْني مِن خَطاياىَ بالماءِ والثَّلجِ والبَرَدِ (صحيح المسلم 598)

يا الله! مون کي منهنجي گناهن کان مشرق ۽ مغرب جيترو پري ڪر. يا الله! مون کي منهنجي گناهن کان پاڪ ڪر، جيئن اڇي لباس کي گندگي کان پاڪ ڪيو ويندو آهي. يا الله! منهنجي گناهن کي پاڻي، برف ۽ ٿڌ (ڳڙي) سان ڌوئي صاف ڪر.

ڪڏهن ٻيون بہ دعائون پڙهندا هئا جهڙوڪ:

سُبْحَانَكَ اَللّٰهمّ وَبِحَمدِكَ وَتَبَارَكَ اسْمُكَ وَتَعَالٰى جَدُكَ وَلَا اِلٰه غَيْرِكَ (النسائي 900 ، الترمزي 243)

اي الله تون پاڪ آهين ۽ (مان) تنهنجي حمد ڪيان ٿو ۽ تنهنجو نالو برڪت وارو آهي، ۽ تنهنجي شان تما اعلىٰ آهي ۽ توکان سواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق نہ آهي.

دعا پڙهڻ ڪانپوءِ حضورﷺ وڏي آواز سان سورت الفاتحہ پڙهندا هئا. جيڪا هر نماز جي هر رڪعت ۾ لازمي پڙهي ويندي آهي. پاڻﷺ واضع (صاف آواز سان) تلاوت ڪندا هئا ۽ هر آيت جي آخر تي ٿورو وقفو ڪندا هئا. مثال طور: پاڻﷺ ٱلْحَمْدُ لِلَّهِ رَبِّ ٱلْعَلَمِينَ (٢) (سورت الفاتحہ آيت 2) سڀ تعريف الله لاءِ جيڪو (سيني) جهانن جو پالڻهار آهي. چئي ٿورو وقفو ڪري پوءِ ٻي آيت پڙهندا هئا. نبي ڪريمﷺ پنهنجي تلاوت ۾ "ٱلرَّحْمَٰنِ" ۾ لفظ "م" جي پنيان الف (بيٺل زبر) کي ڊگهو ڪري پڙهندا هئا ۽" ٱلرَّحِيمِ " ۾ "ح" جي زير کي پڻ ڊگهو ڪري پڙهندا هئا. سورت الفاتحہ ڪانپوءِ حضورﷺ نماز جي پهرين رڪعت ۾ ڊگهو ڪندا هئا ۽ ٻي رڪعت کي گهٽائيندا هئا. ٻنهي رڪعتن ۾ تقريبن 60 کان 100 آيتون تلاوت ڪندا هئا. اها تلاوت قرآن مجيد جي حڪم موجب هوندي هئي جيڪا فجر جي نماز جي باري آهي.

أَقِمِ ٱلصَّلَوٰةَ لِدُلُوكِ ٱلشَّمْسِ إِلَىٰ غَسَقِ ٱلَّيْلِ وَقُرْءَانَ ٱلْفَجْرِ ۖ إِنَّ قُرْءَانَ ٱلْفَجْرِ كَانَ مَشْهُودًا(٧٨) (سورت الاسراء آيت 78) سج لڙئي کان وني رات جي اونداهيءَ تائين نماز پڙهہ ۽ فجر جو قرآن پرهہ، بيشڪ فجر جو قرآن پڙهڻ مهل ملائڪ حاضر ٿين ٿا.

جمع جي ڏينهن پاڻﷺ اڪثر ڪري پهرين رڪعت ۾ سورت السجده پڙهندا هئا ۽ ٻي رڪعت ۾ سورت الانسان پڙهندا هئا. جڏهن مسلمانن تي ڪا سختي يا آفت ايندي هئي تڏهن پاڻﷺ فجر جي ٻي رڪعت جي رڪوع مان اٿڻ ڪانپوءِ دعا گهرندا هئا تہ جيئن الله تعاليٰ ان ڏکيائي ۽ مصيبت کي ٽاري ۽ امت لاءِ آساني پيدا فرمائي. انصاري صحابي عبدالله بن رواحہ هن منظر کي هن ريت بيان ڪيو آهي.

وَفينا رَسولُ اللهِ يَتلو كِتابَهُ

۽ اسان جي وچ رسولﷺ آهي جيڪو پنهنجو ڪتاب (قرآن) پڙهي رهيو آهي

إِذا اِنشَقَّ مَعروفٌ مِنَ الصُبحِ ساطِعُ

جيئن ئي پرڀات جي روشني رات کي چيري نڪتي

أَرانا الهُدى بَعدَ العَمى فَقُلوبُنا

هن اسان جي جاهل دلين کي هدايت بخشي

بِهِ موقِناتٌ أَنَّ ما قالَ واقِعُ

اسان کي هن جي قول تي پڪو يقين آهي

يَبيتُ يُجافي جَنبَهُ عَن فِراشِهِ

هوﷺ پنهنجي بستري کي ڇڏي سڄي رات عبادت ڪري ٿو.

إِذا اِستُثقِلَت بِالكافِرينَ المَضاجِعُ

جڏهن ته ڪافر ننڊ جا مزا ماڻي رهيا آهن

وَأَعلَمُ عِلماً لَيسَ بِالظَنِّ أَنَّني

۽ مون کي ڪنهن قياس سان نه پر علم سان ادراڪ آهي

إِلى اللَهِ مَحشورٌ هُناكَ وَراجِعُ

ته موٽي محشر جي ڏينهن الله سائين سان ملاقاتي ٿينداسين.

جڏهن پاڻﷺ سلام ڦيري نماز ختم ڪندو هو اجان حضورﷺ جو منهن قبلي ڏانهن هوندو. تڏهن پاڻ ٽي ڀيرا استغفار پڙهندا هئا. أَسْتَغْفِرُ الله (ٽي ڀيرا) (مان الله کان گناهن جي بخشش گهران ٿو) ان کانپوءِ فرمائيندو هو. اللّهُـمَّ أَنْـتَ السَّلامُ وَمِـنْكَ السَّلام تَبارَكْتَ يا ذا الجَـلالِ وَالإِكْـرام (اي الله! تون سلامتي وارو آهين ۽ تو وٽان ئي سلامتي ملندي آهي، تون برڪت وارو آهين، اي عزت ۽ شان جا مالڪ). ان کانپوءِ هو پنهنجي ساڄي يا کابي پاسي ڦري پنهنجو منهن مبارڪ مقتدين (پنيان نماز پڙهندڙ) يعني اصحابؓ ڏانهن ڪندو هو.پهرين شيءِ جيڪا هو حضورﷺ جي زبان مبارڪ نڪرندي ٻڌندا هئا اها هي هئي: اللّٰهُمَّ قِنِي عذابَك يوم تبعثُ عبادَك (صحيح ابو دائود صفحو يا حديث نمبر 5045) (اي الله! مون کي ان جي عذاب کان بچاءِ جنهن ڏينهن تون پنهنجي سيني ٻندن کي گڏ ڪندين) جنهن کانپوءِ هوﷺ پنهنجي رب جي تسبيح (ساراهه) ڪرڻ شروع ڪندو هو.

لَا إِلَهَ إِلّا اللهُ ، وَحْدَهُ لَا شَرِيكَ لَهُ ، لَهُ الْمُلْكُ وَلَهُ الْحَمْدُ ، وَهُوَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِيرٌ ، لَا حَوْلَ وَلَا قُوَّةَ إِلّا بِاللّهِ (صحيح مسلم 594)

الله ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي، هو اڪيلو آهي هن جو شريڪ ڪونهي، سڄي بادشاهي ۽ سڀ تعريفون هن جي لاءِ آهن. هو هر شيءِ تي قادر آهي (هر شيءِ جي قدرت رکي ٿو)، نہ گناهن کان بچڻ جي سگهہ آهي نہ وري نيڪي ڪرڻ جي طاقت آهي الله سائين جي مرضي (توفيق) کانسواءِ.

لَا إِلَهَ إِلَّا اللهُ، وَلَا نَعْبُدُ إِلَّا إِيَّاهُ، لَهُ النِّعْمَةُ وَلَهُ الْفَضْلُ وَلَهُ الثَّنَاءُ الْحَسَنُ، لَا إِلَهَ إِلَّا اللهُ مُخْلِصِينَ لَهُ الدِّينَ وَلَوْ كَرِهَ الْكَافِرُونَ (صحيح المسلم 594) الله ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي، اسان صرف ان جي عبادت ڪيون ٿا، هو هر نعمت جو مالڪ آهي ۽ سڄو فضل (عنايت، ٻاجهہ، عطا) هن جي ملڪيت آهي ۽ هر ڀلي ساراهہ هن جي لاءِ آهي، الله ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي، اسان خالص (فقط) هن جي عباد ڪندا آهيون ڀوءِ ڀلي ڪافرن کي (اها ڳالهہ) نہ وڻي.

اللّهُـمَّ لا مانِعَ لِما أَعْطَـيْت وَلا مُعْطِـيَ لِما مَنَـعْت وَلا يَنْفَـعُ ذا الجَـدِّ مِنْـكَ الجَـد (صحيح البخاري 7292 ۽ صحيح المسلم 414/1) (يا الله! جيڪو تو عطا ڪرين ان کي ڪو بہ روڪي نٿو سگهي ۽ جيڪو تون روڪين اهو ڪو بہ ڏئي نٿو سگهي. ۽ تنهنجي دربار ۾ ڪنهن بہ طاقتور جي طاقت ان کي ڪو بہ فائدو نٿي ڏئي سگهي.) تنهن ڪانپوءِ نبي ڪريمﷺ الله جي پاڪائي بيان ڪرڻ لڳندو هو.

سُبْحَانَ اللَّهِ، وَالْحَمْدُ لِلَّهِ، وَاللَّهُ أَكْبَرُ (هر هڪ ٽيٽيهہ ڀيرا) (صحيح المسلم 415/1)

الله پاڪ آهي ۽ سڀ تعريفون الله جي لاءِ آهي ۽ الله عظيم (وڏو) آهي.

ان کان پوءِ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وآله وسلم صبح جون دعائون (اذڪار) پڙهندا هئا. جن مان ڪجهہ دعائون هي آهن.

أَصْـبَحْنا وَأَصْـبَحَ المُـلْكُ لله وَالحَمدُ لله ، لا إلهَ إلاّ اللّهُ وَحدَهُ لا شَريكَ لهُ، لهُ المُـلكُ ولهُ الحَمْـد، وهُوَ على كلّ شَيءٍ قدير ، رَبِّ أسْـأَلُـكَ خَـيرَ ما في هذا اليوم وَخَـيرَ ما بَعْـدَه ، وَأَعـوذُ بِكَ مِنْ شَـرِّ ما في هذا اليوم وَشَرِّ ما بَعْـدَه، رَبِّ أَعـوذُبِكَ مِنَ الْكَسَـلِ وَسـوءِ الْكِـبَر ، رَبِّ أَعـوذُ بِكَ مِنْ عَـذابٍ في النّـارِ وَعَـذابٍ في القَـبْر

اسان ۽ سڄي عالم (دنيا) الله لاءِ صبح ڪئي ۽ سڀ تعريف الله جي لاءِ آهي. الله ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي ۽ هو اڪيلو آهي هن جو ڪو بہ شريڪ ڪونهي. سڄي بادشاهي الله جي لاءِ آهي. سڀ ساراهہ ان جي لاءِ آهي ۽ هو هر شيءِ تي قادر آهي. اي منهنجا پالڻهار! هن ڏينهن جو ۽ ان ڪانپوءِ جو خير عطا ڪر ۽ هن ڏينهن جي ۽ ان ڪانپوءِ جي برائي جي توکان تنهنجي پناهہ گهران ٿو، اي منهنجا پالڻهار! سستي ۽ پوڙهائپ ۾ پريشانين ۽ مصيبتن کان تنهنجي پناهہ گهران ٿو. اي منهنجا پالڻهار! مون کي دوزخ ۽ قبر جي عذاب کان پناهہ عطا فرما. حضورﷺ هي دعا شام جو بہ گهرندو ۽ صبح جي جاءِ شام ( أَمْسَيْنَا وَأَمْسَى) چوندو هو.

**اللّهُـمَّ إِنِّـي أَسْـأَلُـكَ العَـفْوَ وَالعـافِـيةَ في الدُّنْـيا وَالآخِـرَة ، اللّهُـمَّ إِنِّـي أَسْـأَلُـكَ العَـفْوَ وَالعـافِـيةَ في ديني وَدُنْـيايَ وَأهْـلي وَمالـي ، اللّهُـمَّ اسْتُـرْ عـوْراتي وَآمِـنْ رَوْعاتـي ، اللّهُـمَّ احْفَظْـني مِن بَـينِ يَدَيَّ وَمِن خَلْفـي وَعَن يَمـيني وَعَن شِمـالي ، وَمِن فَوْقـي ، وَأَعـوذُ بِعَظَمَـتِكَ أَن أُغْـتالَ مِن تَحْتـي**

يا الله! مان توکان هن دنيا ۽ آخرت جي ڀلائي ۽ خيريت گهران ٿو. يا الله! مون کي منهنجي دين ۽ دنيا ۽ خاندان ۽ مال جي ڀلائي ۽ خيرت عطا فرما. يا الله! تون منهنجي عيبن کي ڍڪ ۽ مون کي خوف ۾ امن ۽ سلامتي عطا فرما، يا الله! منهنجي حفاظت فرما اڳيان، پنيان، ساڄي ۽ کابي پاسي ۽ مٿان کان. مان تنهنجي عظمت جي پناهہ گهران ٿو هر هيٺان ايندڙ خطري کان. حضورﷺ هر روز هي دعا صبح ۽ شام جو پڙهندو ۽ ٻيون هي دعائون پڙهندا هئا.

**اللّهُـمَّ عافِـني في بَدَنـي ، اللّهُـمَّ عافِـني في سَمْـعي ، اللّهُـمَّ عافِـني في بَصَـري ، لا إلهَ إلاّ أَنْـتَ . اللّهُـمَّ إِنّـي أَعـوذُبِكَ مِنَ الْكُـفر ، وَالفَـقْر ، وَأَعـوذُبِكَ مِنْ عَذابِ القَـبْر ، لا إلهَ إلاّ أَنْـتَ**

يا الله! منهنجي جسم کي صحت عطا فرما، يا الله! منهنجي ڪنن کي صحت عطا فرما، يا الله! منهنجي اکين کي صحت عطا فرما، توهان ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي. يا الله! مون کي پناهہ عطا فرما ڪفر ۽ فقر (غربت) کان ۽ پناهہ ۾ رکجان قبر جي عذاب کان، توهان ڪانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي. پاڻ سڳوراﷺ هي دعا ٽي ڀيرا دهرائيندا هئا. ( اهو ياد رکڻ ضروري آهي تہ نبي ڪريمﷺ جي هر دعا ۽ تسبيح ۾ ڀهريان الله تعالىٰ جي وحدانيت بيان ٿيل آهي ۽ ان ڪانپوءِ پنهنجو مقصد بيان ٿيندو آهي. ان لاءِ تہ اسلام جو بنيادي عقيدو توحيد آهي. هر دعا ۾ اها ڳالهہ بار بار ورجائي ويندي آهي تہ جيئن هر مسلمان کي خبر پوي تہ هن جو الله تعالىٰ سان ڪهڙو تعلق آهي.)

انھيءَ دوران سڄي مديني مان خادم پاڻي جا ٿانو کڻي حضور ﷺ وٽ ايندا هئا. ان پاڻي ۾ هو نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم جي دعا جا طلبگار هوندا هئا هو پاڻ ﷺ کي ان ۾ پنهنجو هٿ مبارڪ ٻوڙڻ جي درخواست ڪندا. حضور ﷺ هر پاڻي جي ٿانو ۾ پنهنجو هٿ مبارڪ وجهندا هئا. خادم تہ سياري ۾ بہ پاڻي کڻي ايند هئا ۽ نبي ڪريم ﷺ ٿڌهن بہ ان ٿڌي پاڻي جي ٿانو ۾ هٿ ٻوڙيندا هئا. (صحيح المسلم حديث 2324)

اهو ڪهڙو نہ من موهيندڙ منظر آهي. سيد المرسلين ﷺ چمڪندڙ نوراني چهري سان اصحابؓ جي سامهون وينو آهي ۽ خادم پنهنجا پنهنجا پاڻي سان ڀريل ٿانو کنيو پنهنجي واري جو انتظار ڪري رهيا آهن ۽ خاتم النبين ﷺ انهن ۾ پنهنجو هٿ ٻوڙي ان پاڻي کي پاڪ ۽ برڪت وارو ڪري رهيو آهي. انهن خادمن جا گهر وارا ڀري ڪان پنهنجي گهرن جي دروازن وٽان اهو سڀ ڪجهه ڏسي خوش ٿي رهيا آهن تہ انهن جي ٿانو ۾ نبي ڪريم ﷺ پنهنجو هٿ مبارڪ وجهي انهن جي لاءِ دعا ڪري رهيو آهي. دراصل حضور ﷺ هٿ ٻوڙڻ جي عملي ذريعي انهن جي دلين ۾ پنهنجو پيار اوتي رهيو آهي. ڪهڙا نہ خوش نصيب هئا اهي چهرا جنهن جي صبح رحمت العالمين ﷺ جي ديدار سان ٿيندي هئي.

.

# صبح حضور ﷺ سان گڏ

جڏهن پاڻ سڳورا صلي الله عليه وآله وسلم ۽ اصحابَ سڳوراؓ نماز ۽ تسبيحات مان فارغ ٿيندا هئا تہ پنين صفن وارا اڳتي اچي نبي ڪريمﷺ جي ويجهو ويهندا هئا. اجان پاڻ سڳورا صلي الله عليه وآله وسلم نماز واري جاءِ تي وينا هوندا هئا ۽ اتان ويني ويني سيني اصحابؓ کي نظر ڦيرائي ڏسندا هئا. جڏهن صبح جي روشني مسجد ۾ داخل ٿي آقاﷺ جي چهري مبارڪ تي پوندي هئي تہ چهري مبارڪ جي سونهن وڌيڪ سونهاري ٿي ويندي هئي. جيئن ئي سج جا ڪرڻا سندس (ﷺ) جي چهري مبارڪ پوندا هئا تہ منهن مبارڪ جو رنگ اچو گلابي ڪلي پوندو هو. جيڪو بہ پاڻﷺ جي منهن مبارڪ ڏانهن ڏسندو هو تہ هن کي ان ۾ هميشہ سچائي نظر ايندي هئي. جيئن عبدالله ابن سلام چيو هو: أَنَّ وَجْهَهُ لَيْسَ بِوَجْهِ كَذَّابٍ (جامع الترمزي2485) "بيشڪ هي چهرو ڪنهن ڪوڙي جو نٿو ٿي سگهي."

ڪڏهن ڪڏهن حضورﷺ پنهنجي ڳالھ شايد نصحيت سان شروع ڪندو هو، جيئن العرباض بن ساريہؓ ٻڌايو هو تہ: هڪ ڏينهن فجر ڪانپوءِ رسولﷺ کي نصحيت ڪرڻ لڳو ان نصحيت سيني جي اکين ۾ ڳوڙها آڻي ڇڏيا ۽ سڀني جماعت روئڻ لڳي. ان جي ڪري اسان سڀ پريشان ٿي وياسين. جماعت مان ڪنهن هڪ عرض ڪيو: يا رسولﷺ! اها نصحت اسان کي الوداعي محسوس ٿي رهي آهي. ان حالت ۾ اسان کي ڇا ڪرڻ گهرجي؟ پاڻﷺ فرمايو: أُوصِيكُمْ بِتَقْوَى اللَّهِ وَالسَّمْعِ وَالطَّاعَةِ وَإِنْ عَبْدٌ حَبَشِيٌّ فَإِنَّهُ مَنْ يَعِشْ مِنْكُمْ يَرَى اخْتِلاَفًا كَثِيرًا وَإِيَّاكُمْ وَمُحْدَثَاتِ الأُمُورِ فَإِنَّهَا ضَلاَلَةٌ فَمَنْ أَدْرَكَ ذَلِكَ مِنْكُمْ فَعَلَيْهِ بِسُنَّتِي وَسُنَّةِ الْخُلَفَاءِ الرَّاشِدِينَ الْمَهْدِيِّينَ عَضُّوا عَلَيْهَا بِالنَّوَاجِذِ (جامع الترمزي 2676)

مان توهان کي هدايت ٿو ڪريان الله تعالىءِ جي تقويٰ (پرهيزگاري) اختيار ڪجو. پنهنجي اڳواڻ جي ٻڌجو ۽ فرمانبرداري ڪجو چاهي اوهان جو حاڪم (اڳواڻ) حبشي غلام ڇو نہ هجي. توهان مان جيڪي وڌي عمر پائيندا اهي تمام گهڻا اختلاف (تضاد) ڏسندا. گمراھ ڪندڙ شين (بدت) کان بچو نہ تہ گمراھ ٿي ويندؤ. جيڪو بہ توهان مان زندھ هجي منهنجي ۽ خلفاءِ راشدين جي سنت تي عمل ڪري ۽ ان کي مظبوطي سان پڪڙي رکجو. نبي ڪريمﷺ ڪڏهن ڪڏهن نصيحتون ڪندو.

جڏهن سڀ ساٿي ويجهو ٿي ويهندا هئا تہ پاڻﷺ پهريان انهن کان اهو پڇندو هو تہ " ڇا ڪو بيمار آهي تہ هلي ان کان ڏسي اچون؟" جيڪڏهن جواب ناڪاري ۾ ايندو هو تہ پاڻﷺ پڇندا هئا: " ڇا اڄ ڪنهنجو ڪفن دفن آهي تہ هلي شامل ٿيان؟"

حضور ﷺ اهو بہ پڇندو هو تہ اڄ ڪو غير حاضر تہ ڪونهي. مسجد نبوي ڪي هڪ ڪاري عورت ٻهاري ڏيندي هئي. هڪ ڏينهن اها صفائي لاءِ نہ آئي تہ نبي ڪريم ﷺ ان جي باري ۾ پڇيو. هن ڪي ٻڌايو ويو تہ هو وفات ڪري وئي آهي. پاڻ ﷺ شڪايت واري انداز ۾ فرمايو: ”مون ڪي ڇو نہ اطلاع ڪيو؟“ شايد اصحابؓ ان عورت جي فوتگي ڪي ايتري اهميت نہ ڏني. انهن چيو: ”يا رسول الله! هو رات جو وفات ڪري وئي هئي ۽ هن ڪي رات جو ئي دفنائي ڇڏيوسين. اسان اوهان ڪي ننڊ مان جاڳائڻ مناسب نہ سمجهيو.“ (صحيح البخاري 458) پاڻ ﷺ اصحابؓ ڪي ان جي قبر ڏيکارڻ جو چيو ۽ حضور ﷺ ان جي قبر تي وڃي جنازي جي نماز ادا ڪئي ۽ هن جي لاءِ دعا ڪئي.

هڪ ڏينهن پيغمبر ﷺ ڏٺو تہ ثابت ابن قيس ابن شماس ڪونهي آيو. پاڻ سڳورن ﷺ پڇيو: ”ثابت ابن قيس نظر نٿو اچي؟ ڇا هو بيمار آهي؟“ سعاد ابن معاضؓ چيو ” هو منهنجي پاڙيسري آهي. مون هن جي بيمار هجڻ جو تہ نہ ٻڌو آهي.“ سعادؓ هن ڪان پڇڻ لاءِ ويو. هو گهر جو دروازو بند ڪري روئي رهيو هو. سعادؓ هن ڪان روئڻ جو سبب پڇيو. ثابت ابن قيسؓ وراڻيو ” منهنجي لاءِ تما خراب ڳالھ آهي. الله تعالىٰ آيت نازل فرمائي آهي:

**يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ لَا تَرْفَعُوٓا۟ أَصْوَٰتَكُمْ فَوْقَ صَوْتِ ٱلنَّبِىِّ وَلَا تَجْهَرُوا۟ لَهُۥ بِٱلْقَوْلِ كَجَهْرِ بَعْضِكُمْ لِبَعْضٍ أَن تَحْبَطَ أَعْمَـٰلُكُمْ وَأَنتُمْ لَا تَشْعُرُونَ (٢)** (سورت الحجرات آيت 2)

اي ايمان وارؤ پنهنجا آواز پيغمبر جي آواز ڪان مٿي نہ ڪريو ۽ جيئن اوهان هڪ ٻئي سان وڏي آواز سان ڳالهائيندا آهيو (تئين) ساڻس نہ ڳالهايو ايئن نہ ٿئي جو اوهان جا عمل ڇٽ ٿي وڃن ۽ توهان ڪي خبر بہ نہ پوي.

منهنجو آواز تمام اوچو آهي. ڪٿي ايئن نہ ٿئي جو منهنجا سڀ عمل ختم ٿي وڃن ۽ مان دوزخ ۾ نہ داخل ڪيو وڃان.“ اهو ٻڌندين نبي ڪريم ﷺ ثابت ابن قيسؓ ڪي فرمايو ” تون انهن مان ناهين. تون ايمان سان زندھ رهندين ۽ ايمان تي ئي تنهنجو خاتمو ٿيندو ۽ تون جنتين مان آهين.“ (صحيح المسلم، ڪتاب 1، حديث 221 ۽ 214)

اسان ڪي ان مان خبر پوي تہ حضور اڪرم ﷺ پنهنجي هر ساٿي جو خيال رکندو هو ۽ ڪنهن ڪي بہ نہ وساريندو هو. سچ پچ هر اصحابؓ جو پنهنجو مقام آهي. جيڪو بہ حضور ﷺ وٽ حاضر ٿيندو هر ان ڪي پاڻ ﷺ توجھ ڏيندا هئا ۽ ان جي پوري ڳالھ ٻڌندا هئا. جيڪي غير حاضر هوندا نبي ڪريم ﷺ انهن جي باري ۾ پڇندا هئا تہ هو نيڪ تہ آهن. اهڙو طرز عمل جماعت ۽ معاشري ڪي مظبوط ڪندو آهي ۽ انسان ڪي احساس ڏياريندو آهي تہ هن جي بہ ان معاشري ۾ اهميت آهي.

هن صبح جي نشست ۾، رسول الله ﷺ اصحابؓ کان انهن جي خوابن بابت پڇندا هئا. پاڻ سڳورا ﷺ پڇندا هئا: ”رات ڪنهن ڪو خواب ڏٺو آهي جيڪڏهن هو ٻڌائڻ چاهي ته ٻڌائي مان ان جي تعبير ان کي ٻڌايان.“ رسول الله ﷺ انهن جا خواب ٻڌندو هو ۽ انهن کي ان خواب مان انهن جي فائدي واري ڳالهه ٻڌائيندو هو. ان جو هڪڙو مثال هي آهي:

”عبدالله بن سلام رضي الله عنه فرمايو ته مون رسول الله ﷺ جي حياتيءَ ۾ هڪ خواب ڏٺو. مون خواب ۾ پاڻ کي هڪ تمام وڏي ۽ شاندار باغ ۾ ڏٺو، جنهن جي وچ تي هڪ لوهو پيلپائو (ٿنڀو) هو. ٿنڀو زمين جي اندر تائين ويل هو ۽ آسمان تائين تائين ڊگهو هو. ان ٿنڀي جي چوٽي تي هڪ مُنيو (هٿيو) آهي. مون کي ان تي چڙهن جو چيو ويو. مون وراڻيو: مان نٿو چڙهي سگهان. هڪ خادم آيو جنهن منهنجي چوغي کان پڪڙي مون کي مٿي ڪيو. مان ٿنڀي جي چوٽي تي چڙهي ويس ۽ منيئي ۾ هٿ وڌم. مون کي چيو ويو ته ان کي مظبوطي سان پڪڙجان. ان کان پوءِ مان سجاڳ ٿي پيس پر ايئن محسوس ٿي رهيو ته منيو منهنجي هٿ ۾ آهي.“

مون اهو خواب نبي ڪريم ﷺ کي ٻڌايو. پاڻ ﷺ مون کي فرمايائون: ”اهو باغ اسلام آهي ۽ ٿنڀا اسلام جو بنيادي اصول آهن. منيو ايمان جي مظبوطي آهي. مطلب ته مرڻ تائين تون اسلام تي قائم رهندين.“ (صحيح بخاري 6982 ۽ صحيح مسلم 2484)

عبدالله بن سلامؓ اڳ ۾ يهودي پادري هو. رسول الله اسلام صلي الله عليه وسلم جي مديني ۾ اچڻ کان پوءِ هن اسلام قبول ڪيو. هو پيغمبر ﷺ جي وفات کان 35 سال پوءِ تائين زنده رهيو. انهن سالن ۾ ماڻهن جا ڪجھ گروهه اسلام کان ڦري ويا ۽ مسلمان رياست سان وڙهندا رهيا. عبدالله بن سلامؓ رسول الله ﷺ جي فرمان مطابق مرڻ گهڙيءَ تائين اسلام تي مضبوطي سان قائم رهيو.

.

هڪ ڏينهن پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن صحابه ڪرامؓ کي چيو ته رات ڪنهن خواب ڏٺو هجي ته ٻڌائي مان ﷺ ان جي تعبير هن کي ٻڌيان. هڪڙي صحابيؓ چيو ته مان رات خواب ڏٺو آهي. پوءِ پنهنجو خواب بيان ڪيائين؛

هڪڙي ماڻهو چيو: ”يا رسول الله ﷺ! مان اڄ رات هڪ ڪڪر ڏٺم جيڪو چانو ڪيون بينو هو. جنهن مان مکڻ ۽ ماکيءَ ٽمي رهيا هئا. اتي ماڻهو به موجود هئا جيڪي ٻڪ جهلي بينا هئا. ڪن کي گهڻو مليو ۽ ڪن کي گهٽ مليو. اتي مون هڪ رسو ڏٺو جيڪو زمين کان آسمان تائين لڙڪيل هو.

مون اوهانﷺ کي ڏنو اوهانﷺ ان رسي کي پڪڙي مٿي چڙهي رهيا آهيو. اوهانﷺ کانپوءِ هڪ ٻيو ماڻهو آيو ۽ ان کي پڪڙي مٿي چڙهي ويو. اهڙي نموني ٻيون به چڙهي ويو. جڏهن ٽيون ماڻهو چڙهڻ لڳو ته رسي ٽٽي پئي. ان کانپوءِ ان رسي کي ڳنڍيو ويو تنهن کانپوءِ هو مٿي چڙهي ويو."

ابوبڪر رضي الله عنه عرض ڪيو ته :" يا رسول الله! منهنجا ماءُ ۽ پيءُ اوهانﷺ تي قربان. مون کي ان جي تشريح ڪرڻ ڏيو". پاڻﷺ فرمايو نيڪ آ تون ڪر. ابوبڪرؓ چيو "جيئن ته ڪڪر اسلام آهي جنهنجي چانو ۾ ماڻهو ويٺا آهن. مکڻ ۽ ماکي قرآن جي مناس ۽ لطافت آهي. ٻڪن ۾ گڏ ڪرڻ جو مطلب آهي ته ڪنهن ان قرآن مان گهڻو ڪجھ سکيو ته ڪنهن گهٽ سکيو. رسي جيڪا زمين کان آسمان ڏانهن وڃي رهي آهي اهو سچ آهي جنهنجي اوهانﷺ تبليغ ڪندا آهيو. اوهانﷺ کانپوءِ ڦهريون جيڪو ان تي قائم رهيو. ان جو مرتبو وڌيو ۽ ان کانپوءِ جيڪو آيو ان به ساڳيو عمل ڪيو ۽ هن جو مرتبو به وڌايو ويو. ٽيون ماڻهو به ان کي پڪڙيندو پر اها ٽٽي پوندي ۽ ان کي ڳنڍڻ کانپوءِ هو به مٿي چڙهي ويندو. يا رسول الله! مون کي ٻڌايو ته مان صحيح چيو ۽ ڪا غلطي ڪئي آهي؟" نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: "ڪجھ ڳالهين ۾ تون صحيح ۽ ڪجھ ۾ غلط آهين." ابوبڪرؓ عرض ڪيو " مون کي منهنجي ماءُ پيءُ جو قسم آهي. مون کي ٻڌايو ته مان ڪٿي غلطي ڪئي آهي." پاڻﷺ جن فرمايو" قسم نه کڻو." (صحيح البخاري حديث 7046 ۽ جامع الترمزي 2293)

اهو ياد رکڻ گهرجي ته اصحابن سڳورنؓ جيڪي خواب ڏٺا آهن. انهن خوابن ۾ انهن جي سوچ فڪر ظاهر ٿئي ٿي.انهن جي سوچ ۽ فڪر جو محور هميشه دين هو. انهن جي زندگين جو مقصد فقط دين ۽ايمان هو. ڏينهن جو ان سربلندي جي لاءِ جدوجهد ڪندا هئا ۽ رات جو ان کي سوچن جي ذريعي بستري تي ڪٽي ويندا هئا. ان مان اندوزو لڳائي سگهجي ٿو ته اصحاب ڪرامؓ کي نبي ڪريمﷺ سان ڪيڏي محبت هئي ۽ هو ڪيترو هنن جو قرب هو. هو پاڻﷺ جي باري ۾ ڪيترا فڪرمندا هوندا هئا. هنن کي نبي ڪريمﷺ، دين ۽ ايمان جي ايتري فڪر هوندي هئي جو اها فڪر انهن جي خوابن ۾ ظاهر ٿيندي هئي.

صبح جو پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم ۽ اصحابنؓ جي وچ ۾ ڪجھ ڪچهري به ٿيندي هئي، ۽ پاڻﷺ انهن جي ڳالهين ۾ حصو به وٺندا هئا يا انهن جي ڳالهين کي غور سان ٻڌندا هئا. اصحابؓ پنهنجا اسلام کان اڳ واري زماني جا قصا ٻڌائيندا هئا ته انهن ڇا ڪيو ۽ ڪيئن ڪيو. اسلام جي اچڻ کانپوءِ انهن کي احساس ٿيو ته انهن جو ريتون ۽ رسمون ڪيتريون نه غلط ۽

جاهلاڻيون هنيون. اسلام انهن جي اندر ڪيئن تبديلي آندي ۽ هو ڪيئن اونداهي مان روشني طرف آيا. انهن قصن ٻڌائڻ دوران هو پنهنجي ڪجھ ڳالهين تي کلندا هئا ۽ نبي ڪريمﷺ به انهن سان گڏ مسڪرائيندو هو. نبي ڪريمﷺ عام طور تي کلڻ وارين ڳالهين تي صرف مسڪرائيندا هئا. رسول اللهﷺ عام طور تي فجر کان وٺي ڪچڙي منجهند تائين مسجد ۾ ويهندا هئا.

ان کانپوءِ نبي ڪريمﷺ امهات المومنينؓ (پنهنجي گهروارين) جي گهرن ڏانهن ويندا هئا. جڏهن حضورﷺ مسجد مان نڪرندا هئا ته چوندا هئا: **سْمِ اللَّهِ وَالسَّلاَمُ عَلَى رَسُولِ اللَّهِ اللَّهُمَّ اغْفِرْ لِي ذُنُوبِي وَافْتَحْ لِي أَبْوَابَ فَضْلِكَ** (سنن ابن ماجه 771) الله جي نالي شروع ۽ صلات ۽ سلام الله جي رسولﷺ تي، ياالله! منهنجي گناهن کي بخش ۽ منهنجي لاءِ پنهنجي فضل جا درواز کول.

جڏهن رسول اللهﷺ پنهنجي گهر ۾ داخل ٿيندو هو ته پهريان ڏندڻ ڏيندو هو. ان کانپوءِ گهر وارن کي سلام ڪندو هو (**السّلاَمُ عَلَيْكُمْ** اوهان تي سلامتي هجي) ۽ پوءِ پڇندو ته توهان ڪيئن آهيون؟ حضورﷺ هر گهر واري جي گهر ويندو هو ۽ ان کي سلام ڪندو هو ۽ ان جي لاءِ دعا ڪندو هو ۽ ڪنهن وٽ به گهڻو نه ويهندو هو. ڪڏهن پاڻﷺ ڪنهن گهر واري جي گهر ويندو هو ۽ ڏسندو هو ته هو نماز پڙهي رهي آهي ته پاڻﷺ بنا ڪجھ چوڻ جو اتان هليو ايندو هو.

ڪڏهن ڪڏهن نبي ڪريمﷺ ڪجھ کائڻ چاهيندو هو ته پنهنجي گهر وارن کان صرف ايترو پڇندو هو "اوهانؓ وٽ ڪجھ کائڻ لاءِ آهي؟" جيڪڏهن انهن وٽ ڪجھ هوندو هو ته هو کڻي ايندين هيون. کاڌو تمام سادو هوندو هو جهڙوڪ کجور، ڪارڪون، کير ۽ حيس[2]

...

[2] حيس دراصل کجور، کير ۽ گھ جو حلو هوندو آهي. هي عرب ناهي مسافري تي کڻي ويندا هئا. هڪ ته اهو ٺاهڻ آسان آهي ۽ ٻيو اهو خراب ناهي ٿيندو ۽ ڪافي ڏينهن تائين هن کي رکي کائي سگهجي ٿو.

# مسجد ڏانهن واپسي

رسول اللهﷺ سيني گهر وارين سان ملڻ کانپوءِ واپس مسجد ڏانهن موٽي ايندو هئا. جڏهن پاڻ سڳوراﷺ مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا ته ٻه رڪعتون نفل پڙهندا هئا. حضورﷺ اڪثر ڪري اهي ٻه نفل (اسطوانة المهاجرين)[3] مهاجرين جو ٿنڀي وٽ پڙهندا هئا. جيڪو رياض الجنة (جنت جو باغ) جي وچ تي آهي. نبي ڪريمﷺ هميشہ اتي نفل پڙهندا هئا.

حضورﷺ نماز مان فارغ ٿي، رياض جنة ۾ بي بي عائشہ جي حجري کي ڏيک ڏئي ويهندو هو. اصحابؓ گڏجي حضورﷺ جي ويجهو ٿي ويهندا هئا. اها گڏجاڻي روزانو ٿيندي هئي ۽ سيني کي ان جي ڄاڻ هئي. جنهن کي بہ ڪنهن شيءِ جي ضرورت هوندي هئي هو ان وقت نبي ڪريمﷺ کان اچي گهرندو هو. ڪڏهن گهڻا ۽ ڪڏهن ٿورا هن گڏجاڻي ۾ گڏ هوندا هئا. جيڪڏهن گهڻا ساٿي گڏ ٿيندا هئا تہ پوءِ هڪ ٻئي پنيان بہ قطارون ناهي ويهندا هئا ۽ جيڪڏهن ٿورا هوندا هئا تہ اهي پاڻﷺ جي چوڌاري دائرو ناهي ويهندا هئا. جنهن کي ڪو سوال پڇڻو هوندو هو تہ هو پاڻﷺ جي ويجهو اچي ويهندو هو.

ويهڻ کانپوءِ پاڻ سڳورا صلي الله عليه وآله وسلم اصحابنؓ سان ڳالهڻ شروع ڪندا هئا. هوﷺ سيني انسان کان فصيح گو (صحيح ۽ صاف ڳالهائيندڙ) ۽ مٺي زبان وارو هو. حضورﷺ نہ تمام تکڙو ۽ نہ وري آهستي ڳالهائيندو بلڪ وچٿرو ڳالهائيندو هو ۽ لفظن کي صحيح تلفظ سان واضح ڪري اچاريندو هو. ٿورن لفظن ۾ پوري ڳالهہ ڪندو هو. جيڪڏهن ڪو انهن لفظن جي تعداد کي ڳڻڻ چاهي تہ هو آرام سان ڳڻي سگهي. ام المومنين بيبي عائشہؓ جو چوڻ آهي تہ: "رسول الله صلي الله عليه وآله وسلم توهان وانگر تکڙو نہ ڳالهائيندا هئا، بلڪ ايترو تہ صاف صاف ڳالهائيندو هئا جو جيڪي بہ ساڻس گڏ ويهندا هئا انهن کي اها ڳالهہ ياد ٿي ويندو هئي." (جامع الترمزي 3639)

اها گڏجاڻي اصحابؓ جي تربيت ۽ سکيا جي گڏجاڻي بہ هوندي هئي. نبي ڪريمﷺ اڪثر ڪري ڳالهہ ٻولڻ جي شروعات سوال کان ڪندو هو تہ جيئن اصحابؓ جي ڳالهہ ۾ دلچسپي پيدا ٿئي. ايئن ڪٺي چئجي تہ اها ڳالهہ ٻولهہ دراصل دين سيکارڻ جو هڪ طريقو هو. جيئن حضورﷺ هڪ ڏينهن فرمايو" ڇا مان توهان ٻڌايان وڏا گناهہ ڪهڙا آهن؟" سيني چيو ها ها بلڪل ٻڌايو، يا رسول اللهﷺ! پاڻ سڳورنﷺ فرمايو: " الله سان شريڪ ڪرڻ ۽ والدين جي نافرماني ڪرڻ، ۽ ڪوڙي شاهدي ڏيڻ." (رياض الصالحين 1550) پاڻ سڳورنﷺ جي سوال ڪرڻ جو مقصد ساٿين جو ڌيان ڇڪائڻ هوندو هو. ان ڳالهہ جو هڪ مثال هي بہ آهي جڏهن رسول اللهﷺ پڇيو: "توهان کي خبر آهي تہ مفلس

[3] مڪي کان آيل مهاجر هن ٿنڀي وٽ ويهندا هئا.

ڪنهن کي چوندا آهن؟" ساٿينؓ چيو : "مفلس اهو آهي جنهن وٽ مال ملڪيت نہ هجي." حضورﷺ فرمايو:" منهنجي امت ۾ مفلس اهو آهي جيڪو قيامت جي ڏينهن تمام گهڻ روزن، نمازن ۽ زڪوات جي اجر سان ايندو پر هن دنيا ۾ ڪنهن کي گار ڏني هوندي، ڪنهن تي بُهتانُ هنيو هوندو، ڪنهن جو مال ڦٻايو هوندو، ڪنهن کي قتل ڪيو هوندو، ڪنهن کي مارڪٽ ڪئي هوندي پوءِ هن کي سيني مظلومن جي سامهون ويهاريو ويندو ۽ بدلي ۾ هن جون نيڪيون مظلومن کي ڏنيون وينديون. جيڪڏهن هن جون نيڪيون ڪٽي پيون ۽ اجان ظلم جو بدلو پورو نہ ٿيو تہ انهن مظلومن جا گناہ هن جي کاتي ۾ وڌا ويندا ۽ پوءِ هن کي جهنم ۾ وڌو ويندو." (جامع الترمزي 2418)

نبي ڪريمﷺ سوال ان ڪري پڇندو هو تہ جيئن اصحابؓ سوچن ۽ ان جو جواب تلاش ڪن. هڪ ڏينهن نبي ڪريمﷺ کي کجورن جو ڳچو مليو. ته پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم اصحابينؓ کان پڇيو: **إِنَّ مِنَ الشَّجَرِ شَجَرَةً لاَ يَسْقُطُ وَرَقُهَا، وَإِنَّهَا مَثَلُ الْمُسْلِمِ، فَحَدِّثُونِي مَا هِيَ ". فَوَقَعَ النَّاسُ فِي شَجَرِ الْبَوَادِي. قَالَ عَبْدُ اللَّهِ وَوَقَعَ فِي نَفْسِي أَنَّهَا النَّخْلَةُ، فَاسْتَحْيَيْتُ ثُمَّ قَالُوا حَدِّثْنَا مَا هِيَ يَا رَسُولَ اللَّهِ قَالَ " هِيَ النَّخْلَةُ ".** (صحيح البخاري 61)

"وڻ ۾ اهو ڪهڙو وڻ آهي جنهنجا پن ناهن ڇڻندا مسلمانن جي مثال بہ ان وڻ وانگر آهي؟ ٻڌايو تہ اهو ڪهڙو وڻ آهي؟ اهو ٻڌي اصحابينؓ جو ڌيان جهنگ جي وڻ ڏانهن ويو. حضرت عبداللهؓ چيو تہ منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ اهو کجي جو وڻ آهي پر پنهنجي ننڍي عمر جي شرم وچان چئي نہ سگهيس. آخرڪار اصحابينؓ حضورﷺ کان پڇيو تہ اهو ڪهڙو وڻ آهي؟ پاڻﷺ فرمايو اهو کجي جو وڻ آهي."

نبي ڪريمﷺ پنهنجي ڳالھ تي پيرا دهرائيندو هو تہ جيئن ڳالھ چڱي طرح سمجھ ۾ اچي وڃي يا ان ڳالھ جي اهميت جو اندازو ٿئي. پاڻﷺ ڪڏهن ڪڏهن هڪ ڳالھ کي وري وري دهرائيندا هئا تہ جيئن اصحابيؓ ان ڳالھ جي اهميت کي چڱي طرح سمجهن. اهو تڏهن ٿيندو هو جڏهن پاڻﷺ گناهن جي باري ۾ ٻڌائيندو هو. مثال طور جيڪڏهن پاڻﷺ چوندا هئا تہ " ڪوڙ نہ ڳالهايو ۽ ڪوڙي شاهدي نہ ڏيو." اها ڳالھ بار بار دهرائيندا رهندا هئا تہ جيئن اصحابينؓ کي ان ڪوڙ ۽ ڪوڙي شاهدي جي گناهن جي اهميت جي خبر پوي تہ اهي ٻئي تمام وڏا گناہ آهن.

ڪڏهن ڪڏهن نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم پنهنجي ساٿين کان انهن جي توقع جي خلاف اوچتو سوال ڪندا هئا. مثال طور هڪ ڀيري پاڻﷺ فرمايو: "اڄ اوهان مان ڪنهن روزو رکيو آهي؟" ساٿي اهڙي سوال لاءِ بلڪل تيار نہ هئا. جيڪڏهن انهن کي خبر هجي ها تہ رسول اللهﷺ اڄ انهن کان روزي جي باري ۾ پڇندو تہ هو سڀ روزو رکي اچن ها. ان ڪري سڀ چپ تي ويا سواءِ ابوبڪرؓ جي، جنهن چيو تہ هو روزي سان آهي. نبي ڪريمﷺ وري پڇيو : "اڄ توهان مان

ڪنهن بيمار جي عيادت ڪئي آهي؟" وري بہ صرف ابوبڪر رضي الله عنه چيو تہ هو بيمار جي عيادت ڪري آيو آهي. نبي ڪريم صلي الله عليه وآله وسلم ٻيو سوال ڪيو تہ "اڄ توهان مان ڪنهن جنازي ۾ شرڪت ڪئي آهي؟" سڀ خاموش رهيا سواءِ ابوبڪرؓ جي جنهن ان ڳالھ جي تصديق ڪئي تہ هو جنازي ۾ شرڪت ڪري آيو آهي. حضور ﷺ جن وري فرمايو" اڄ ڪنهن مسڪين کي کاڌو کارايو آهي؟" اتي موجود سڀئي خاموش رهيا سواءِ ابوبڪر جي، جنهن چيو تہ هن اهو ڪم ڪيو آهي. ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ فرمايو: "جيڪڏهن ڪو شخص هڪ ڏينهن ۾ اهي چارئي شيون ڪندو . تہ هو ضرور جنت ۾ داخل ٿيندو." (صحيح المسلم 1028)

حضرت محمد صلي الله عليه وآله وسلم ڪڏهن ڪڏهن پنهنجي مطلب کي واضع ڪرڻ لاء ڪنهن شيءِ جو سهارو بہ وٺندو هو. جيئن هن هڪ ڀيري امانت جي ڪڇي وڃڻ کي سمجھائڻ لاءِ ڪيو. پاڻ ﷺ جن فرمايو: " انسان رات جو سمهندو تہ هن جي دل مان امانت ڪڍي ويندي. (۽ جڏهن هو صبح جو اٿندو) ان وقت امانت جو ٿورو اثر هڪ ڦلوڪڙي جيان دل ۾ باقي وڃي بچندو. وري جڏهن ٻيو ڀيرو سمهندو تہ هن جي دل مان امانت ڪڍي ويندي ۽ ان جو اثر سخيل چمڙي جيان رهجي ويندو. جيئن توهان پنهنجي پيري تي ٻريل ڪاني رکو اتي ڦلوڪڙو ٿي پوندو. توهان ان کي ڦوڪيل ڏسندا آهيو پر ان جي اندر ۾ ڪجھ بہ نہ هوندو آهي." ان ڪانپوءِ پاڻ ﷺ هڪ ننڍڙو گول پٿر کڻي ان کي پير جي مٿان رکيائين تہ اهو رڙهي وڃي هيٺ پيو. (يعني امانت نظر ايندي پر هوندي ڪو نہ)

ڪڏهن ڪڏهن نبي ڪريم ﷺ پنهنجي ڳالھ کي سمجھائڻ لاء خاڪن جو استعمال بہ ڪندو هو. پاڻ ﷺ هڪ ڀيري هڪ چورس ناهيو، جنهن جي وچ ۾ هڪ افقي ليڪ ڪڍي، جنهنجو هڪ ڇيڙو چورس کان ٻاهر نڪتل هو. ان فقي ليڪ جي وچ تي پاڻ ﷺ ننڍيون ننڍيون عمودي ليڪون ڪڍيائين. پوءِ پنهنجي ساٿينؓ کان پڇيو: " توهان کي خبر آهي تہ هي ڇا آهي؟" سڀني وراڻيو " الله ۽ ان جي رسول ﷺ کي وڌيڪ ڄاڻ آهي." پاڻ ﷺ فرمايو: "هيءَ افقي ليڪ انسان آهي، ۽ چورس موت آهي جيڪا هن کي گهيري بيٺي آهي. جيڪا ليڪ چورس کان ٻاهر آهي اها انسان جي اميد (خواهش) آهي. ( اهي اميدون يا خواهشون جيڪي موت جي اچڻ تائين بہ ختم نہ ٿينديون آهن) هي ننڍيون ننڍيون ليڪو مصيبتون آهن. جڏهن انسان هڪ مصيبت کان نڪرندو آهي تہ ٻي مصيبت ۾ ڦاسي پوندو آهي. ٻي مان نڪرندو آهي تہ ٽين مصيبت ۾ ڦاسي پوندو آهي.

.




هي نشست تعليم، سکيا ۽ نصيحت جي هوندي هئي. هن نشت ۾ پاڻ سڳوراﷺ ڳالھ ٻولھ جي ذريعي درس ۽ نصيحت ڪندا هئا. حضورﷺ چاهيندا هئا تہ هن جا ساٿي بہ ان ڳالھ ٻولھ ۾ حصو وٺن. اها باهمي ڳالھ ٻولھ هوندي جنهن ۾ ساٿين کي ذهني طور تيار ڪرڻ هوندو هو.

هن ګڏجاڻي جي هڪ اهم خصوصيت نبي ڪريمﷺ جو بار بار استغفار ڪرڻ هو. اصحابينؓ اها ڳالھ محسوس ڪئي تہ پاڻ سڳوراﷺ هر هر توبه ۽ استغفار جو وِرد ڪري رهيا آهن. جڏهن انهن ڳڻيو تہ 100 ڀيرا حضورﷺ الله تعالیٰ بخشش طلب ڪئي. پاڻ سڳوراﷺ فرمائيندا هئا: **رَبِّ اغْفِرْ لِي وَتُبْ عَلَيَّ إِنَّكَ أَنْتَ التَّوَّابُ الرَّحِيمُ** ." (سنن ابن ماجہ3814 ۽ سنن ابوداود 1516) **اي منهنجا پالڻهار! مون بخش، منهنجي توبه قبول فرما، صرف تون ئي توبه قبول ڪرڻ وارو ۽ ٻاجھ ڪرڻ وارو آهين"**

هن نشست ۾ ننڍڙن ٻارن کي حضورﷺ وٽ آندو ويندو هو. پاڻ سڳوراﷺ انهن جي لاءِ دعا ڪندا هئا ۽ کجور کي چٻاڙي نرم ڪري پاڻﷺ ٻارن جي (ڦدن) مهار ۽ ڏندن تي مهٽيندا هئا تہ جيئن

انهن جي وات ۾ حضورﷺ جو لعاب مبارڪ وجي. نبي ڪريمﷺ انهن جا نالا بہ رکندو ۽ انهن لاءِ برڪت جي دعا بہ ڪندو هو.

ٻيو مثال اهو آهي جڏهن نبي ڪريمﷺ سعد بن الربيع جي ڌيئرن سان ملڻ ۽ انهن کي انهن جي پيءُ جي ملڪيت مان حصو ڏيارڻ لاءِ البقيع جي اتر طرف الاسواف ڏانهن ويا. هي اسلام ۾ اهي پهرين عورتون هيون جن کي اسلامي طريقي سان پنهنجي پيءُ جي وارثت ۾ حصو مليو هو. نبي ڪريمﷺ اوڏانهن منجهند جو ويا هئا. رسول اللهﷺ کي مانجهاندي ۾ گوشت ۽ ماني ڏني وئي. جيڪا انهن نبي ڪريمﷺ جي لاءِ تيار ڪئي. حضورﷺ ۽ ان جي ساٿين اها ماني گڏ جي کاڌي. ان کانپوءِ پاڻ سڳورنﷺ تڪڙو وضو ڪيو ۽ ان سان گڏ اصحابين بہ وضو ڪيو. نبي ڪريمﷺ اتي ظهر جي نماز پڙهائي. ان کانپوءِ رسول اللهﷺ سعدؓ جي ملڪيت انهن جي ڌيئرن ۾ ورهائي ايتري ۾ عصر (ٽپهري) جي نماز جو وقت ٿي ويو. ان کانپوءِ گهر ڌيٽين باقي بچل کاڌو بہ نبي ڪريمﷺ ۽ انهن جي ساٿين کي پيش ڪيو. اهو کاڌو سڀني گڏجي کاڌو. ان کانپوءِ نبي ڪريمﷺ سڀني کي عصر جي نماز پڙهائي. نماز کان اڳ ڪنهن کي بہ وضو جي ضرورت نہ پئي. سڀني ظهر جي ٿيل وضو سان عصر جي نماز ادا ڪئي.

# عصر (ٽپهري)

عصر جي اذان کانپوءِ نبي ڪريمﷺ ٿورو انتظار ڪندا هئا تہ جيئن جماعتي گڏ ٿين. هو اصحابينؓ کي عصر کان اڳ چار رڪعتون پڙهڻ جي ترغيب ڏيندو هو. رسولﷺ فرمائيندو هو : " الله تعالىٰ باجهارو ان تي باجه ڪندو جيڪو عصر کان اڳ چار رڪعتون پڙهندو آهي." (رياض الصالحين1120)
جڏهن ماڻهون نماز لاءِ گڏ ٿيندا هئا تہ نبي ڪريمﷺ پنهنجي گهران نماز پڙهائڻ لاءِ نڪري ايندو هو. عصر (ٽپهري) جي نماز ٽپهري جي شروعاتي وقت ۾ ادا ڪندا هئا ۽ سج اجان مٿي ئي هوندو هو. انس کان روايت آهي: "عصر جي نماز ۾ رسول الله ﷺ کان وڌيڪ ڪو بہ جلدي نہ ڪندو هو." نبي ڪريمﷺ عصر جي نماز ۾ ظهر جي نماز جي ڀيٽ ۾ اڌ قرآن پڙهندا هئا.

جڏهن حضورﷺ نماز کان فارغ ٿيندا هئا تہ پاڻ سڳوراﷺ پنهنجن اصحابن ڏانهن منهن ڦيرائي ويهندا هئا. جيڪڏهن حضورﷺ کي ڪجھ فرمائڻو هوندو هو تہ فرمائيندا هئا. هڪ ڀيري عصر جي نماز کان پوءِ پاڻ سڳوراﷺ اصحابينؓ ڏانهن منهن ڦيري فرمايو: " مان (ﷺ) توهان کي ڪجھ ٻڌائڻ ٿو ٻڌيان يا نہ؟" انهن چيو: "الله جا رسول، جيڪڏهن اها ڪا سني ڳالھ آهي تہ مهرباني ڪري اسان کي ٻڌايو ۽ جيڪڏهن ٻي ڪا ڳالھ آهي تہ پوءِ الله ۽ سندس رسولﷺ بهتر ڄاڻن ٿا." پاڻ سڳورنﷺ فرمايو: "ڪو بہ مسلمان جيڪڏهن صحيح نموني وضو ڪري پوءِ پنج فرض نمازون ادا ڪري ٿو تہ پوءِ اهي نمازون ان جي لاءِ انهن نمازن جي وچ ۾ ڪيل گناهن جو ڪفارو ٿي پون ٿيون."

هڪ ڏينهن پيغمبر ﷺ عصر جي نماز پڙهائي ۽ ان کانپوءِ اٿي بيٺو ۽ اصحابينؓ کي خطاب ڪيو. پاڻ سڳورنﷺ جن فرمايو: "توهان مان جيڪو بہ چڱي طرح وضو ڪري ۽ پوءِ چوي تہ " أَشْهَدُ أَنْ لاَ إِلَهَ إِلاَّ اللَّهُ وَحْدَهُ لاَ شَرِيكَ لَهُ وَأَنَّ مُحَمَّدًا عَبْدُهُ وَرَسُولُهُ" (مان شاهدي ڏيان ٿو ته الله کان سواءِ ڪو به معبود ناهي ۽ محمد ﷺ الله جو ٻانهو ۽ رسول آهي) (سنن النسائي 148) ان لاءِ جنت جا سيئي اٺ دروازا کوليا ويندا. هو انهن مان ڪنهن بہ دروازي مان داخل ٿي سگهي ٿو. ڪو بہ مسلمان چڱي طرح وضو ڪري پوءِ اٿي ۽ خشوع ۽ خضوع سان بہ رڪعتون پڙهندو تہ يقينن هو جنت ۾ داخل ٿيندو." (صحيح مسلم 234)

نبي ڪريمﷺ جا عصر جا خطاب ظهر جي مقابلي ۾ تمام مختصر هوندا هئا. رسول اللهﷺ کي اهو احساس هو تہ ماڻهون ٿڪل آهن ۽ هو باقي ڏينهن جا رهيل ڪم ڪرڻ لاءِ وڃڻ جي جلدي ۾ آهن ۽ انهن جي رات جي ماني بہ تيار هوندي. عصر جي نماز ختم ڪري نبي ڪريمﷺ پنهنجي گهر وارين ڏانهن ويندا هئا. پاڻ سڳوراﷺ سيني گهر وارين ڏانهن چڪر هڻندا هئا. رسول

الله ﷺ ٿوري وقت لاءِ انھن سان ويھي ڳالھيون ڪندا ھئا. انھن سيني گھر وارين سان ملي آخر ۾ پنھنجي ان گھر واري جي گھر ايندا ھئا جنھنجي گھر حضور ﷺ ڪي ان رات رھڻو ھوندو ھو.

سياري جي ڏينھن ۾ عصر جي نماز ڪانپوءِ نبي ڪريم ﷺ جون سڀ گھرواريون ان گھر واري جي گھر ۾ گڏ ٿينديون جنھنجو ان ڏينھن وارو ھوندو ھو ڇاڪاڻ تہ سياري ۾ عصر ۽ مغرب جي وچ ۾ ٿورو وقت ھوندو ھو ۽ سج جلدي لھڻ جي ڪري رسول الله ﷺ ھر ھڪ جي گھر وڃي نہ سگھندو ھو. ان ڪري سڀ گھر واريون ھڪ جاءِ تي گڏ ٿينديون ھيون. جتي نبي ڪريم ﷺ انھن ڪان حال احوال وٺندو ھو.

نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم عصر جي نماز ڪان پوءِ ٻي ڪا بہ نماز پڙھڻ ڪان روڪيندا ھئا جيستائين مغرب ٿئي. نبي ڪريم ﷺ ظھر جي نماز ڪانپوءِ ٻہ رڪعتون ضرور پڙھندا. ڪڏھن ڪڏھن ڪنھن ضروري ڪم يا مصروفيت جي ڪري جڏھن اھي ٻہ رڪعتون پڙھي نہ سگھندا ھئا تہ پوءِ اھي ٻہ رڪعتون عصر جي نماز ڪانپوءِ گھر وڃي پڙھندا ھئا. جيئن ھڪ ڀيري عبدالقيس قبيلي جو وفد ظھر جي وقت رسول الله ﷺ سان اچي مديني ۾ مليو ۽ چيائون تہ اسان جو سڄو قبيلو مسلمان ٿي چڪو آھي. نبي ڪريم ﷺ انھن سان ظھر جي نماز ڪانپوءِ ملاقات ڪئي. پاڻ سڳورا ﷺ ان ڪم ۾ ايترا مصروف ٿي ويا جو ظھر ڪان پوءِ جو ٻہ رڪعتون پڙھي نہ سگھيا. ان ڪري عصر جي نماز ڪانپوءِ ھن اھي ٻہ رڪعتون پڙھيائون. ان ڪانپوءِ حضور ﷺ ان ڪي پنھنجي عادت بنائي ڇڏي. امان عائشہؓ ڪان روايت آھي " ان الله تعالىٰ جو قسم! جنھن نبي ﷺ ڪي وفات ڏني. پاڻ سڳورن ﷺ ڪڏھن بہ عصر جي نماز ڪان پوءِ ٻہ رڪعتون نہ ڇڏيون جيستائين پاڻ سڳورا ﷺ الله تعالىٰ سان نہ وڃي مليا." (صحيح بخاري جلد 1، ڪتاب 10 ۽ حديث 564) اڪثر ڪري نبي ڪريم ﷺ عصر ڪانپوءِ پنھنجو وقت پنھنجي گھر وارين سان گذاريندا ھئا.

پيغمبر ﷺ پنھنجي گھروارين سان گڏ ھميشه خوشگوار ماحول ۾ وقت گذاريندي ھئا. انھن ڪي مختلف علمن جي سکيا ڏيندا ھئا ۽ مختلف سوالن ۽ مسئلن جا جواب ڏيندا ۽ حل ٻڌائيندا ھئا. پيغمبر ﷺ ھميشه انھن جي سوالن جو پورو ۽ چڱي طرح جواب ڏيندا ھئا. جنھنجو ھڪ مثال ام عائشہؓ جو سوال ھو تہ " "يا رسول الله ﷺ! ڇا اوھان ﷺ تي ڪو ڏينھن احد ڪان بہ سخت گذريو آھي؟" رسول الله ﷺ فرمايو: " تنھنجي قوم (قريش) جي طرفان مون ڪيترين ئي مصيبتن ڪي منھن ڏنو آھي. پر ان ڏؤر ۾ عقبہ جو ڏينھن منھنجي (ﷺ) لاءِ تمام سخت ھو. جڏھن مان(ﷺ) (طائف جي سردار) ڪنانہ بن عبدياليل بن عبد ڪلال ڪي (اسلام جي) دعوت ڏني. ھن (اسلام قبول نہ ڪيو) منھنجي(ﷺ) دعوت ڪي رد ڪري ڇڏيو. مان (ﷺ) اتان تمام ڏکيارو ٿي نڪتس. مان (ﷺ) جڏھن قرن الثعالب وٽ پھتس، تڏھن مون ڪي ھوش آيو. مون (ﷺ) جڏھن پنھنجو (ﷺ)

منهن (مبارڪ) مٿي ڪيو ته ڏٺم(ﷺ) ته هڪ ڪڪر منهنجي(ﷺ) مٿان ڇانو ڪيون بيٺو آهي. مون (ﷺ) ڏٺو ته ان ۾ جبرائيل ؑموجود آهي. هنؑ مون(ﷺ) کي سڏيو ۽ چيائين الله تعالىٰ اوهان(ﷺ) جي باري ۾ اوهان(ﷺ) جي قوم جون ڳالهيون ٻڌي چڪو آهي. انهن جو انڪار به ٻڌي چڪو آهي. اوهان(ﷺ) ڏانهن الله تعالىٰ جبلن جي نگران فرشتي کي موڪليو آهي. اوهان(ﷺ) هن کي جيڪو به حڪم ڏيو هو قبول ڪندو. ان کانپوءِ مون (ﷺ) کي جبلن جي نگران فرشتي سڏيو ۽ هن سلام ڪيو ۽ چيائين ته اي محمدﷺ! هن به اها ساڳي ڳالهه ڪئي ته جيڪو اوهانﷺ حڪم ڪيو. جيڪڏهن اوهان(ﷺ) چاهيو ته مان ٻنهي پاسن جا جبل گڏي ڇڏيان (جنهنجي وچ ۾ هي سڀ پيس جي وڃن) نبي ڪريمﷺ جن فرمايو، مون(ﷺ) کي اميد آهي ته الله تعالىٰ انهن جي نسلن مان اهڙي اولاد پيدا ڪندو جيڪا صرف هڪ الله تعالىٰ جي عبادت ڪندي ۽ هن سان ڪنهن کي به شريڪ نه ڪندي." (صحيح بخاري 3231 ۽ صحيح مسلم 1795)

پيغمبرﷺ ۽ عائشهؓ جي وچ ۾ هن قسم جي ڳالهه ٻولهه ظاهر ڪري ٿي ته عائشہؓ هر ان ڳالهه ۾ دلچسپي وٺندي هئي جيڪا حضورﷺ جي ذات سان لاڳاپيل هوندي هئي. هوؓ نبي ڪريمﷺ کان هنﷺ جي مشڪل وقت جو پڇي هن جو هاڻ هلڪو ڪرڻ پئي چاهيو.

پيغمبرﷺ جي طائف وارو ورتاءُ رب تعالىٰ کي ڏاڍو وڻيو ان ڪري پاڻ سڳورنﷺ کي ان کانپوءِ سندس رب تعالىٰ طرفان تمام گهڻو انعام عطا ڪيو ويو. سندس(ﷺ) جي وصال کان اڳ پيغمبرﷺ جون سڀ اميدون پوريون ٿيون. هن بت پرست والدين جي ڪيترن ئي پٽن ۽ ڌيئرن کي اسلام قبول ڪرايو ۽ انهن کي سيکاريائون ته الله تعالىٰ کانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ڪونهي ۽ نه وري ان جو ڪو مٽ يا ثاني آهي. ان جو مثال اهو آهي ته هنن رسول اللهﷺ ۽ هن جي پيغام تي پنهنجون جانيون به قربان ڪري ڏيکاريون.

هڪ ڏينهن نبي ڪريمﷺ عائشہؓ سان ڳالهائيندي فرمايو :

قيامت جي ڏينهن جنهن جو به حساب ورتو ويندو، اهو تباهه ٿي ويندو". ان تي عائشہؓپڇيو ته الله تعالىٰ ته فرمايو آهي : فَأَمَّا مَنْ أُوتِيَ كِتَـٰبَهُۥ بِيَمِينِهِۦ ( ۞ ) فَسَوْفَ يُحَاسَبُ حِسَابًا يَسِيرًا ( ۞ )

جنهن کي ساڄي هٿ ۾ اعمال نامو ڏنو ويندو(٧) تنهنجو حساب آسان ورتو ويندو (٨) (سورت الانشقاق)

حضورﷺ جن فرمايو :" اهي آيتون احتساب کي بيان نٿيون ڪن. هي آيتون رڳو اعمال نامو ڏيڻ جو ٻڌائن ٿيون.(هر اعمال نامي ۾ گناهه ۽ ثواب هوندا پر جنهن جا ثواب وڌيڪ هوندا انهن کي ساڄي هٿ ۾ اعمال نامو ڏنو ويندو) پر جنهن کان به قيامت جي ڏينهن پڇا ڳاڇا شروع ٿي اهو تباهه ٿي ويندو." (مشڪاة المصابيح)

هڪ ڏينهن هو پنهنجي زال حفصهؓ سان ڳالهائي رهيو هو، تڏهن حضورﷺ چيو: "مون کي اميد آهي ته بدر ۽ حديبيه جي جنگ ۾ حصو وٺندڙ ڪو به ماڻهو دوزخ ۾ نه هوندو." حفصهؓ وراڻيو: "ها، ايئن ئي ٿيندو. يا رسول اللهﷺ" پر يا رسولﷺ! الله تعالىٰ فرمايو آهي ته :

وَإِن مِّنكُمْ إِلَّا وَارِدُهَا ۚ كَانَ عَلَىٰ رَبِّكَ حَتْمًا مَّقْضِيًّا ﴿٧١﴾

”توهان مان ڪو بہ اهڙو ناهي جنهنجو ان (دوزخ) مان گذر نہ ٿئي، توهان جي پالڻهار ان ڳالھ جو پڪو پھ ڪري ڇڏيو آهي (تہ هر شخص دوزخ جي مٿان گذرندو. پل صراط دوزخ جي مٿان هوندي)“ (٧١) (سورت مريم)

پيغمبرﷺ جن فرمايو: ” چا توؓ اڳين آيت ۾ الله تعالىٰ کي فرمائيندين نہ ٻڌو آهي :

ثُمَّ نُنَجِّي الَّذِينَ اتَّقَوا وَّنَذَرُ الظَّالِمِينَ فِيهَا جِثِيًّا ﴿٧٢﴾

”پوءِ جيڪي متقي (پرهيزگار) هوندا انهن کي تہ بچائينداسين ۽ جيڪي ظالم هوندا، انهن کي اهڙي حالت ۾ اتي ڇڏينداسين جو هو گوڏن ڀر اتي پيا هوندا.“ (٧٢) (سورت مريم)

نبي ڪريمﷺ پنهنجي گهر وارين کي همٿائيندو هو تہ جنهن ڳالھ ۾ انهن کي مونجهارو محسوس ٿئي تہ هو سوال پڇن ۽ انهن ڳالهين تي غور ۽ ويچار ڪن تہ جيئن هنن وٽ ايندڙ عورتن کي هو چڱي ريت اسلام جي ڳالھ پهچائي ۽ سمجھائي سگهن.

ڪجھ اصحابيؓ عصر ڪانپوءِ حضورﷺ کي پنهنجي گهر اچڻ جي دعوت ڏيندا هئا. رسول اللهﷺ خوشي خوشي انهن جي دعوت کي قبول ڪندا هئا. اصحابيؓ بہ ڏاڍا خوش ٿيندا هئا تہ جيڪو هو ڪم ڪري رهيا آهن، نبي ڪريمﷺ جي شرڪت ڪري ان ڪم ۾ وڏيڪ برڪت ٿيندي. هڪ ڏينهن عصر جي نماز ڪانپوءِ سلام قبيلي جي هڪڙي شخص نبي ڪريمﷺ کي عرض ڪيو: ” يا رسول اللهﷺ! اسان اُٺ ڪهي رهيا آهيون ۽ اسان جي خواهش آهي اوهانﷺ بہ اسان سان گڏ هجو.“ حضورﷺ انهن جي دعوت قبول ڪئي. نبي ڪريمﷺ سان گڏ ٻيا ڪيترائي اصحابيؓ پڻ گڏ هليا. نبي ڪريمﷺ جي اچڻ ڪانپوءِ هنن اُٺ کي ذبح ڪيو ۽ ان ڪانپوءِ ان جا ڪيترائي حصا ڪيائون. انهن مان ڪجھ گوشت اتي پچائي مغرب کان اڳ حضورﷺ ۽ اصحابينؓ کي کارائيائون.

نبي ڪريمﷺ جون اهڙيون دعوتون قبول ڪرڻ جو مقصد صرف پنهنجي صحابينؓ جي خوشي هئي. حضورﷺ هميشہ پنهنجي صحابؓ کي خوش ڏسڻ چاهيندا هئا. اسان ان مان نبي ڪريمﷺ جي پنهنجي صحابينؓ سان محبت ۽ مهرباني جو اندازو لڳائي سگهون ٿا تہ هوﷺ ڪيڏو شفيق ۽ مهربان هو. اهڙي محبت ۽ مهربانين جي ڪري اصحابؓ پاڻ سڀورنﷺ تي ساھ صدقي ڪندا هئا.

# مغرب ڪانپوءِ

مغرب جي اذان ڪانپوءِ نبي ڪريمﷺ ٿوري دير ۾ ئي مسجد ۾ اچي فرض نماز پڙهائيندو هو. جڏهن حضورﷺ مسجد ۾ داخل ٿيندو هو ته اصحابيؓ ٻه رڪعتون نفل پڙهي رهيا هوندا هئا. نبي ڪريمﷺ انهن کي همٿائيندو هو ته مغرب جي فرض نماز کان اڳ ٻه رڪعتون ضرور پڙهو. پاڻ ڪريمﷺ اها ڳالهه ٽه ڀيرا دهرائي هئي ۽ چوٿين ڀيري چيو هائين ته " جي توهان چاهيو ته پڙهو". هي ٻه تمام ننڍيون رڪعتون پڙهبيون آهن ڇاڪاڻ ته اذان ۽ اقامت جي وچ ۾ تمام ٿورو وقت هوندو آهي.

جڏهن نبي ڪريمﷺ مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا ته اقامت جي اذان ڏني ويندي هئي ۽ ان ڪانپوءِ جلدي ۾ فرض نماز پڙهائيندا هئا. پاڻ سڳوراﷺ مغرب جي نماز سج لهڻ جي شروعاتي وقت ۾ پڙهائيندا هئا ۽ اوندهه ٿيڻ کان اڳ ۾ مغرب جي فرض نماز پڙهائي پوري ڪندا هئا. اهو چيو ويندو آهي ته جڏهن ماڻهون مغرب جي پڙهي ٻاهر نڪرندا هئا ته تڏهن به ڪجهه سوجهرو موجود هوندو هو. جيڪڏهن ڪو تيري هوا ۾ اڇلائيندو هو تڏهن به هن کي نظر ايندو ته تير ڪٿي ڪريو آهي.

نبي ڪريمﷺ مغرب جي نماز ۾ ننڍيون سورتون تلاوت ڪندو هو. ڪڏهن ڪڏهن ڪا وڏي سورت پڙهوندو هو. نبي ڪريمﷺ وفات کان اڳ جيڪا آخري نماز پڙهائي اها مغرب جي هئي.

نبي ڪريمﷺ مغرب جي نماز ڪانپوءِ اصحابينؓ کي ڪو خطاب ۽ ڪا ڪچهري نه ڪندو هو جيئن هوﷺ ٻين نمازن ڪانپوءِ ويهي ڪندو هو. نبي ڪريمﷺ کي خبر هئي ته اهو وقت ماڻهن جي گهر وڃي رات جي ماني کائڻ ۽ ٿورو آرام ڪرڻ جو آهي. پاڻ سڳوراﷺ مغرب جي نماز پڙهائي پنهنجي گهر هليا ويندا هئا ۽ اتي هميشه ٻه رڪعتون نماز ادا ڪندا هئا. ان ڪانپوءِ پوءِ حضورﷺ رات جي ماني کائيندا هئا جيڪو سندسﷺ جو روزاني جو معمول هوندو هو. جنهن ڏينهن پاڻ سڳورنﷺ کي روزو هوندو ته ان ڏينهن رات جي ماني مغرب جي اذان اچڻ وقت ڪندا هئا. حضورﷺ فرمائيندا هئا ته جيڪڏهن رات جي ماني تيار هجي ته ان کي مغرب کان اڳ کائجي. ان کي رکي مغرب جي نماز ڪانپوءِ نه کائجي.

نبي ڪريمﷺ اڪثر ڪري مغرب جي نماز ڪانپوءِ اصحابينؓ کي فرمائيندو هو ته ڪنهن غريب اصحابيؓ کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃي رات جي ماني کارايوس. پاڻ ڪريمﷺ جو فرمان آهي ته : " جنهن وٽ ٻه ٻن ماڻهن جو کاڌو آهي ته ٽيئن کي پاڻ گڏ وٺي وڃي کارائي ۽ جنهن وٽ چئن ماڻهن جو کاڌو آهي اهو پنجين يا ڇهين کي وٺي وڃي کارائي."

جنهن ڏينهن پاڻ سڳورن وٽ جهجهوڪاڌو هوندو هو تہ ان ڏينهن حضورﷺ ڏهن ماڻهن کي پاڻ سان گڏ وٺي وڃي کاڌو کارائيندا هئا. اڪثر ڪري حضورﷺ جي گهر ۾ کائڻ لاءِ ڪجھ بہ نہ هوندو يا ڪڏهن ڪڏهن ڪجھ ڪجورون پيل هونديون هيون تہ اهي ڪائي مٽان پاڻي پي ڇڏيندا هئا. گهڻو ڪري ڪيترا ڪيترا ڏينهن حضورﷺ جي گهر چلھ نہ ٻرندي هئي ڇاڪاڻ تہ پچائڻ جي لاءِ ڪجھ بہ نہ هوندو.

هڪ ڏينهن هڪ شخص نبي ڪريمﷺ وٽ آيو جيڪو ٿڪل ۽ بکايل نظر اچي رهيو هو. ٿڪ ۽ بک جا اهڃاڻ چٽي طرح هن جي چهري نظر اچي رهيا هئا. هن نبي ڪريمﷺ کي عرض ڪيو تہ: يا رسول الله! مان ڏاڍو محتاج آهيان.“ نبي ڪريمﷺ جلدي ۾ پنهنجي هڪ گهر واري ڏانهن پيغام موڪليو تہ گهر ۾ ڪجھ کائڻ لاءِ. هڪ مهمان آيو آهي جيڪو تمام گهڻو بکايل آهي. ام المومنين جواب ۾ چيو. ” قسم آهي ان ذات جو جنهن اوهان ﷺ کي حق ڏئي موڪليو، گهر ۾ پاڻي کانسواءِ ڪجھ بہ ڪونهي.“ اهڙي نموني نبي ڪريمﷺ واري واري سان هر گهر واري ڏانهن پيغام موڪليو پر هڪ وٺان ساڳيو جواب آيو. انهن وٽ پاڻي کانسواءِ گهر ڪجھ بہ نہ هو. ان ڪانپوءِ نبي ڪريمﷺ اصحابينؓ کي فرمايو : ” ڪير هن شخص اڄ مهان ڪري وٺي وڃي ماني کارائيندو. الله تعالیٰ ان تي پنهنجو خاص فضل فرمائيندو.“ ابو طلحہ الانصاري عرض ڪيو: ” يا رسول الله! مان هن کي وٺي ويندس.“ ان ڪانپوءِ ابو طلحہ هن پنهنجي گهر مهمان ڪري وٺي ويو.

نبي ڪريمﷺ کاڌو هميشہ زمين تي ويهي کائيندو هو. پاڻ سڳورنﷺ ڪڏهن بہ ٽيبل تي کاڌو رکي نہ کاڌو هو. کاڌو کائڻ کان اڳ هو بسم الله (الله جي نالي سان شروع) چوندو هو. ٿالهي جيڪو حصو هن جي اڳيان هوندو هو پاڻ سڳوراﷺ ان حصي کان کائڻ شروع ڪندا هئا ۽ ماني جو گرنھ ٽن آڱرين پڄين کائيندا هئا. جيڪي حضورﷺ سان گڏجي ماني کائيندا هئا انهن کي بہ هدايت ڪندو هو تہ ٿالهي مان پنهنجي سامهون واري حصي مان کائن ۽ وچ واري حصي کي ڇڏي ڏين. پاڻ سڳوراﷺ فرمائيندا هئا تہ ان ۾ برڪت آهي.

نبي ڪريمﷺ کاڌي جا شوقين نہ هئا بلڪ جيڪو بہ ملندو هو بسم الله ڪري کائيندا هئا. نبي ڪريمﷺ جڏهن بہ گهر وارين کان پڇندو هو تہ : ” کائڻ لاءِ ڪجھ آهي؟“ اڪثري ڪري اهو ئي جواب ملندو هو تہ ڪجھ بہ ڪونهي پر ڪڏهن ڪڏهن جواب ملندو هو تہ ” سُرڪو موجود آهي“. حضورﷺ فرمائيندا هئا تہ ” سُرڪو ڪيڏو نہ پلو ٻوڙ آهي.“ نبي ڪريمﷺ کاڌي ۾ ڪڏهن بہ نقص نہ ڪيندا هئا. جيڪڏهن کاڌو سٺو هوندو هو تہ نبي ڪريمﷺ اهو کائيندا هئا نہ تہ کائيندا هئا.

جڏهن حضرت محمدﷺ اصحابينؓ سان گڏ جي کاڌي لاءِ ويهندا هئا تہ هميشہ نصيحت ڀريون ڳالهيون ڪندا هئا يا اصحابينؓ کي ڪا ڳالها سمجهائيندا هئا. جيئن هڪ ڀيري عمر ابن سلامہؓ جيڪو

نبي ڪريمﷺ جو ويڳو پٽ هو. ام المومنين ام سلمہؓ جو پٽ هو. (پهرين مڙس مان پٽ هو). هو اڪثر ڪري نبي ڪريمؐ سان گڏ ويهي ماني کائيندو. نبي ڪريمﷺ ڏنو تہ هو ٿالهي جي چئني پاسن کان کائي رهيو آهي. ڪنهن وقت ٿالهي جي هڪ پاسي کان ۽ ڪنهن وقت ٻئي پاسي کان کائي رهيو هو. حضورﷺ جن هن کي فرمايو: " نوجوان! کائڻ کان اڳ بسم الله پڙهہ. پنهنجي ساڄي هٿ سان کاءُ ۽ پنهنجي سامهون واري حصي مان کاءُ." عمر ابن سلامہؓ چوندو هو تہ ان کانپوءِ مان هميشہ ايئن ئي کائڻ شروع ڪيو.

هڪ ڏينهن رسول الله ﷺ جي لاءِ ثريد (گوشت جو ٻوڙ جنهن ۾ ماني جا ٽڪرا وڌل هوندا آهن) آندو ويو ۽ حضورﷺ جي اڳيان رکيو ويو. نبي ڪريمﷺ گهيٽي جي ڪلهي واري حصي جو گوشت ڪٽي کائڻ لڳو جيڪو پاڻ سڳورنﷺ کي تمام پسند هو. پاڻﷺ ان مان هڪ ٽڪرو کاڌو ۽ فرمايائون تہ " مانﷺ قيامت جي ڏينهن سيني انسان جو سردار هوندس؟ ڇا توهان کي خبر آهي تہ ان جو سبب ڇا آهي؟ (قيامت جي ڏينهن) جڏهن الله تعالىٰ اڳين ۽ پوين سيني انسانن کي هڪ ميدان ۾ گڏ ڪندو ۽ اعلان ڪندڙ جو اعلان سڀ ٻڌندا ۽ ڏسندڙ سيني کي ڏسندو. سج ماڻهن جي ايترو تہ ويجهو ايندو جو هو ان جي (گرمي) جي ڪري اهڙي تڪليف ۽ مصيبت ۾ مبتلا ٿي ويندا جو اها انهن جي برداشت کان ٻاهر هوندي. پوءِ ماڻهو چوندا تہ ڇا توهان نٿا ڏسو تہ ڪهڙي حالت ٿي وئي آهي؟ ڪنهن اهڙي شخص کي ڳوليون جيڪو رب تعالىٰ وٽ اسان جي سفارش ڪري سگهي؟ هڪڙا ماڻهو ٻين کي چوندا تہ هلو آدمؑ ڏانهن هلون. پوءِ اهي آدمؑ ڏانهن ويندا ۽ ان کي چوندا تہ "تونؑ انسانن جو ابو آهين، الله تعالىٰ توؑ کي پنهنجي هٿ سان خلقيو آهي، ۽ پنهنجي روح توؑ ۾ ڦوڪي ۽ ملائڪن کي حڪم ڏنو تہ توؑ کي سجدو ڪن؛ تنهن ڪري (مهرباني ڪري) اسان لاءِ پنهنجي رب تعالىٰ وٽ سفارش ڪر. ڇا توهانؑ ڏسو نہ پيا تہ اسان ڪهڙي حالت ۾ آهيون؟ آدمؑ چوندو تہ: "اڄ منهنجو رب تعالىٰ اهڙو ناراض آهي جهڙو هو ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو ۽ نہ وري ٿيندو. هن مون کي وڻ جو ميوو کائڻ کان منع ڪيو، پر مون سندس نافرماني ڪئي. (نفسي، نفسي، نفسي) مان پاڻ! مان پاڻ! مان پاڻ! (مان پاڻ خوف ۾ مبتلا آهيان تہ منهنجو ڇا ٿيندو). ڪنهن ٻئي وٽ وڃو. نوحؑ وٽ وڃو." پوءِ اهي سڀ نوحؑ وٽ ويندا ۽ چوندا تہ، "اي نوحؑ! الله تعالىٰ تون کي زمين تي (انسان لاءِ) پهريون رسول ڪري موڪليو هو ۽ الله تعالىٰ توکي پنهنجو شڪرگذار ٻانهو چيو آهي، مهرباني ڪري پنهنجي پالڻهار وٽ اسان جي لاءِ سفارش ڪر. ڇا توهانؑ ڏسو نہ پيا تہ اسان ڪهڙي حالت ۾ آهيون؟ هو چوندو : "اڄ منهنجو رب تعالىٰ اهڙو ناراض آهي جهڙو هو ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو ۽ نہ وري ٿيندو. مون کي (دنيا ۾) الله تعالىٰ هڪ دعا ڪرڻ جو حق ڏنو هو جيڪا قبول ٿيندي ۽ مون اها دعا پنهنجي قوم جي خلاف ڪئي هئي. (نفسي، نفسي، نفسي) مان پاڻ! مان پاڻ! مان پاڻ! (مان پاڻ خوف ۾ مبتلا آهيان تہ منهنجو ڇا ٿيندو). ڪنهن ٻئي وٽ وڃو. ابراهيمؑ وٽ وڃو. پوءِ اهي سڀ

ابراهيمؑ وٽ ويندا ۽ چوندا : ”اي ابراهيمؑ! توهان الله جا رسول ۽ سندس خليل آهيو، تنهنڪري مهرباني ڪري پنهنجي رب وٽ اسان جي سفارش ڪريو. ڇا توهانؑ ڏسو نہ پيا تہ اسان ڪهڙي حالت ۾ آهيون؟“ هو انهن کي چوندو: ”اڄ منهنجو رب تعالىٰ اهڙو ناراض آهي جهڙو هو ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو ۽ نہ وري ٿيندو. مون ٽي ڪوڙ ڳالهايا هئا (ابو حيانؒ (راوي) انهن کي حديث ۾ ذڪر ڪيو آهي) (نفسي، نفسي، نفسي) مان پاڻ! مان پاڻ! مان پاڻ! (مان پاڻ خوف ۾ مبتلا آهيان تہ منهنجو ڇا ٿيندو). ڪنهن ٻئي وٽ وڃو: موسىٰ وٽ وڃو.“ پوءِ اهي سڀ ماڻهو موسىٰ وٽ ويندا ۽ چوندا: ”اي موسىٰؑ! توهان الله جا رسول آهيو ۽ الله تعالىٰ توهانؑ کي ٻين پيغمبرن کان وڌيڪ فضيلت ڏني ۽ اوهان سان ڳالهايو. مهرباني ڪري پنهنجي پالڻهار وٽ اسان جي لاءِ سفارش ڪر. ڇا توهانؑ ڏسو نہ پيا تہ اسان ڪهڙي حالت ۾ آهيون؟ موسىٰؑ چوندو : ”اڄ منهنجو رب تعالىٰ اهڙو ناراض آهي جهڙو هو ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو ۽ نہ وري ٿيندو. مون هڪ اهڙي شخص کي قتل ڪيو هو جنهن کي مارڻ جو مون کي حڪم نہ ڏنو ويو هو. (نفسي، نفسي، نفسي) مان پاڻ! مان پاڻ! مان پاڻ! (مان پاڻ خوف ۾ مبتلا آهيان تہ منهنجو ڇا ٿيندو). ڪنهن ٻئي وٽ وڃو. عيسىٰؑ وٽ وڃو.“ پوءِ اهي سڀ ماڻهو عيسىٰؑ وٽ ويندا ۽ چوندا : ”اي عيسىٰؑ! توهان الله جا رسول آهيو ۽ ان جو چيل ڪلمو (لفظ) آهيو جيڪو هن مريمؑ ڏانهن موڪليو هو ۽ ان جي هڪ اعلىٰ روح آهيو ۽ اوهانؑ ماڻهن سان ننڍپڻ ۾ ماءُ جي هنجھ مان ڳالهايو هو. مهرباني ڪري پنهنجي پالڻهار وٽ اسان جي لاءِ سفارش ڪر. ڇا توهانؑ ڏسو نہ پيا تہ اسان ڪهڙي حالت ۾ آهيون؟ عيسىٰؑ فرمائيندو، ” ”اڄ منهنجو رب تعالىٰ اهڙو ناراض آهي جهڙو هو ڪڏهن بہ نہ ٿيو هو ۽ نہ وري ٿيندو. عيسىٰؑ ڪنهن بہ گناهہ جو ذڪر نہ ڪندو پر چوندو، (نفسي، نفسي، نفسي) مان پاڻ! مان پاڻ! مان پاڻ! (مان پاڻ خوف ۾ مبتلا آهيان تہ منهنجو ڇا ٿيندو). ڪنهن ٻئي وٽ وڃو محمدﷺ وٽ وڃو. پوءِ اهي سڀ ماڻهو مونﷺ وٽ ايندا ۽ چوندا : ”اي محمدﷺ ! توهان الله تعالىٰ جا رسول ۽ آخري نبي آهيو، ۽ الله تعالىٰ اوهانﷺ جا اڳيان پويان سڀ گناهہ معاف ڪري ڇڏيا آهن. مهرباني ڪري پنهنجي پالڻهار وٽ اسان جي لاءِ سفارش ڪر. ڇا توهانؑ ڏسو نہ پيا تہ اسان ڪهڙي حالت ۾ آهيون؟ نبي ڪريمﷺ جن فرمايو: ”پوءِ مان الله جي عرش هيٺان پهچي پنهنجي پالڻهار جي لاءِ سجدي ۾ ڪري پوندس ۽ پوءِ الله تعالىٰ منهنجي لاءِ پنهنجي حمد ۽ ثناء جا دروازا اهڙي نموني کوليندو جو ان کان اڳ اهڙي نموني ڪنهنجي لاءِ بہ نہ کوليا هوندا. پوءِ الله تعالىٰ طرفان فرمايو ويندو، ”اي محمدﷺ ! پنهنجو منهن (مبارڪ) مٿي ڪر، شفاعت ڪر تنهنجيﷺ شفاعت قبول ڪئي ويندي. پوءِ مان (ﷺ) پنهنجو مٿو مٿي ڪندس ۽ عرض ڪندس: (امتي يا رب، امتي يا رب) ” اي منهنجا پالڻهار! منهنجا امتي، اي منهنجا پالڻهار! منهنجا امتي“ فرمايو ويندو: ”اي محمدﷺ! پنهنجي انهن امتين کي جن جو ڪو حساب ڪتاب ناهي، انهن کي وٺي جنت جي ساڄي دروازي مان جنت ۾ داخل ٿي. انهن کي اختيار آهي تہ هو جنت جي ڪنهن بہ دروازي مان داخل ٿي سگهن ٿا. پاڻ سڳورن صلي الله عليه وآله وسلم جن فرمايو تہ

قسم آهي ان ذات جو جنهن جي هٿ ۾ منهنجي جان آهي، جنت جي هر ٻن دروازن جي وچ ۾ ايترو فاصلو آهي جيترو مڪي ۽ بصرىٰ (شام جو هڪ شهر) جي وچ ۾ آهي. (صحيح بخاري حديث 4712)

جڏهن نبي ڪريمﷺ کاڌو کائڻ کانپوءِ پنهنجون آڱريون چٽيندو هو ۽ اصحابينؓ کي به هدايت ڪندو هو ته پنهنجي پليٽ کي چٽي صاف ڪن. پاڻ سڳوراﷺ فرمائيندا هئا ته : " توهان کي ڪا خبر ڪانهي ته اوهان جي کاڌي جي ڪهڙي حصي ۾ برڪت رکيل آهي." کاڌي کائڻ کانپوءِ نبي ڪريمﷺ الله تعالىٰ جو شڪر ادا ڪندو ۽ فرمائيندا هئا " الحَمْدُ للهِ " سڀ تعريف الله تعالىٰ جي لاءِ آهي يا فرمائيندا هئا " الحَمْدُ للهِ حَمْدًا كَثِيرًا طَيِّبًا مُبَارَكًا فِيهِ" سڀ تعريف الله تعالىٰ جي لاءِ آهي جيڪو تمام پاڪ آهي ۽ برڪت وارو آهي. **يا چوندا هئا :**" اَلْحَمْدُ لِلّٰهِ الَّذِىْ اَطْعَمَنَا وَسَقَانَا وَجَعَلَنَا مُسْلِمِيْنَ" سڀ تعريف الله تعالىٰ جي لاءِ آهي جنهن اسان کي کارايو ۽ پياريو ۽ اسان کي مسلمان بنايو.

نبي ڪريمﷺ کاڌي کائڻ ۽ کير پيئڻ کانپوءِ هميشه ڪُلي ڪندا هئا. پاڻ سڳوراﷺ فرمائيندا هئا ته کير ۾ چربي آهي.

جڏهن نبي ڪريمﷺ رات جي ماني نه کائيندا هئا ته پاڻ سڳورنﷺ کي صبح جو کير پيش ڪيو ويندو هو، جنهن ۾ ڪشمش يا کجور وڌي ويندي هئي. اهو بغير گرم ڪرڻ جي هن کي پيش ڪيو ويندو هو. جنهن کي نبيذ چيو ويندو هو. جڏهن نبي ڪريمﷺ صبح جي پهرين پهر ۾ مانجهاندو ڪندو هو ته نبيذ رات جو پيئندو هو.

جڏهن ڪا به گهر واري حضورﷺ گڏجي ويهي ماني کائيندي هئي ته پاڻ سڳوراﷺ ماني کائڻ جي دوران هن سان ڪچهري به ڪندا هئا. حضورﷺ جو فرمان آهي ته " جيڪڏهن اوهان کاڌي جو هڪ گرنم پنهنجي هٿن سان پنهنجي گهر واري جي وات وجهندؤ ته ان جو اجر صدقي جي برابر آهي."
(رياض الصالحين 292)

ام المومنين حضرت عائشهؓ جو بيان آهي ته هڪ ڀيري مان ماهواري جي حالت ۾ نبي ڪريمﷺ سان گڏ ماني کائي رهي هيس. مان هڪ گوشت واري هڏي مان ڪجھ گوشت کائي اها نبي ڪريمﷺ کي ڏني. پاڻ سڳورنﷺ ان هڏي مان اتان گوشت کائڻ شروع ڪيو جتان مون گوشت کاڌو هو. ڪڏهن ڪڏهن نبي ڪريمﷺ گهرندو ۽ مان پيالو پيري پهريان ان مان هڪ ڍڪ پيرندي هيس ۽ پاڻ سڳورنﷺ ان پيالي مان اتان پاڻي پيئندا هئا جتان مون ڍڪ پريو هو. (سنن ابوداود حديث 259)

اهو هڪ پيار ڪندڙ مڙس جو پنهنجي پياري گهر واري سان پيار جي اظهار جو طريقو هو. اهڙي نموني نبي ڪريمﷺ پنهنجي گهر وارين سان پيار جو اظهار ڪري انهن جي خوشين ۾ واڌارو ڪندو هو ۽ انهن سان پنهنجي محبت جو اظهار ڪندو هو.

# سومهڻي جي نماز (عشا)

مغرب کانپوءِ نبي ڪريمﷺ عشا تائين گهر ۾ ئي رهندو هو. جڏهن عشا جي اذان ايندي هئي تہ هو جلدي ۾ نماز نہ پڙهائيندو بلڪ ٿور انتظار ڪندو هو تہ جيئن ماڻهون گڏ ٿين. جيڪڏهن ماڻهن جلد گڏ ٿيندا هئا تہ هو جلدي نماز پڙهائيندو هو پر جي ماڻهن اچڻ ۾ ڪجھ دير ڪندا هئا تہ هو ٿوري دير سان نماز پڙهائيندو. نبي ڪريمﷺ پنهنجي امت جي لاءِ هميشہ آساني چاهيندو هو.

هڪ ڀيري نبي ڪريمﷺ عشا جي نماز ۾ دير ڪئي. حضرت عمرؓ اچي نبي ڪريمﷺ عرض ڪيو تہ ” يا رسول الله! ٻار ۽ عورتون (نماز جو انتظار ڪري) سمهي پيون آهن. نبي ڪريمﷺ ٻاهر آيا. پاڻي جا قطر نبي ڪريمﷺ جي سر مبارڪ ڳڙي رهيا هئا. پاڻ سڳورنﷺ پنهنجي پاسن کان پاڻي صاف ڪيو ۽ فرمايائون : (عشا جي نماز) جو هي صحيح وقت آهي. جيڪڏهن مون منهنجي امت جي تڪليف جي خبر نہ هجي ها تہ مان هن وقت عشا جي نماز پڙهن جو حڪم ڪيان. مان پنهنجي امت کي تڪليف ۾ وجهڻ نٿو چاهيان.“ (صحيح مسلم 638)

هڪ ڀيري عشا جي تڪبير ڏني وئي. ان وقت هڪ شخص اٿي بيٺو نبي ڪريمﷺ کي عرض ڪيائين تہ مون کي اوهانﷺ سان ڪجھ ڳالهائڻو آهي. نبي ڪريمﷺ هن سان ڳالهائڻ بيهي رهيو. نمازي انتظار ڪرڻ لڳا ۽ ايتري تائين ڳالهائيندا رهيا جو ڪجھ نمازين کي ننڊ جا جهوٽا اچڻ لڳا. ان کانپوءِ نبي ڪريمﷺ نماز کي ننڊو ڪيو پر صحيح نموني ادا ڪئي.

ڪڏهن ڪڏهن نماز جي دوران نبي ڪريمﷺ ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌندو هو ۽ ان جي ماءُ نماز ۾ هوندي هئي تہ پاڻ سڳوراﷺ ڪا ننڍي سورت پڙهندا تہ جيئن ماءُ کي ڪا پريشاني نہ ٿئي. هڪ ڀيري نبي ڪريمﷺ فرمايو تہ ” مون (ﷺ) ارادو ڪيو تہ نماز کي ڊگهو ڪيان پر جڏهن مون ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌو تہ مون(ﷺ) نماز کي مختصر ڪري ڇڏيو. مون (ﷺ) کي خبر آهي تہ ٻار جو روئڻ مان کي پريشان ڪري ڇڏيندو آهي.“

جيڪڏهن ڪا ڳالھ اصحابينؓ کي ٻڌائڻي هوندي هئي تہ پاڻ سڳوراﷺ عشا جي نماز کانپوءِ انهن کي ٻڌائيندا هئا. مثال طور حضورﷺ جي حياتي آخري ڏينهن ۾ نبي ڪريمﷺ عشا جي نماز پڙهائي ۽ ان کانپوءِ پاڻ سڳوراﷺ اٿي بيٺا ۽ فرمايائون : ” توهان کي هن رات جي باري ۾ ڄاڻ آهي؟ اڄ هن زمين تي جيترا بہ انسان جيئرا آهن سئو سالن کانپوءِ انهن مان ڪو بہ زندھ نہ هوندو.“ (صحيح بخاري 601 ۽ صحيح مسلم 2537)

هڪ ڀيري نبي ڪريمﷺ عشا جي نماز پڙهائڻ ۾ دير ڪئي. ان ڪانپوءِ اڌ رات جو نماز پڙهائي. جڏهن نماز پڙهائي ختم ڪئي ته پاڻ سڳورن ﷺ جن فرمايو: " ٻيا ماڻهون نماز پڙهي سمهي پيا هوندا ( يعني ٻين مسجدن ۾ نماز پڙهڻ وارا مسلمان) ۽ توهان نماز جو انتظار ڪندا رهيا. اهو سڄو وقت جڏهن توهان نماز پڙهي رهيا هئا." (صحيح بخاري 572)

هڪ ڀيري نبي ڪريمﷺ عشا جي نماز دير سان پڙهائي. نماز ختم ڪرڻ ڪانپوءِ فرمايائون :" ڌسو هن پوري زمين تي هن وقت صرف اوهان ڪانسواءِ ٻيو ڪو به نماز جو انتظار نه پيو ڪري." (صحيح بخاري 864) اصحابيؓ اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيا.

نبي ڪريمﷺ عشا ڪانپوءِ تمام گهٽ اصحابينؓ سان ڳالهه ٻولهه ڪندا هئا ۽ جيڪڏهن ڪندا به هئا ته اها تمام مختصر هوندي هئي ڇاڪاڻ عشا ڪانپوءِ ماڻهون اڪثر ڪري ٿڪل هوندا هئا ۽ اهي سمهڻ چاهيندا هئا. نبي ڪريمﷺ عشا ڪانپوءِ ماڻهن سان ڳالهائڻ ترجيح نه ڏيندا هئا.

نبي ڪريمﷺ عشا جي نماز پڙهائڻ ڪانپوءِ پنهنجي جاءِ تي ايتري تائين ويٺا هوندا هئا جيستائين عورتون پنهنجي گهر نه هليون وڃن. انڪانپوءِ پاڻ سڳوراﷺ به اٿي گهر هليا ويندا هئا. جڏهن نبي ڪريمﷺ گهر وڃڻ لاءِ اٿي بيهندا هئا ته اصحابيؓ به اٿي بيهندا هئا.

# رات جو پهريون پهر

عشا جي نماز کانپوءِ نبي ڪريمﷺ گهر موٽي ايندا هئا جتي عشا جي نمازيون سنتون پڙهندا هئا. سنتن کان فارغ ٿي پاڻ ڪريمﷺ ڪجهه دير لاءِ پنهنجي گهر واري سان ڪچهري ڪندا هئا. هي پاڻ سڳورنﷺ جو پنهنجي گهر وارين سان خوشگوار ڪچهري جو وقت هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن پاڻ سڳوراﷺ هن وقت پنهنجي اصحابينؓ ڏانهن وندر خاطر ويندا هئا. ڪڏهن هو انصارين ڏانهن ويندا هئا ۽ ڪجهه وقت انهن سان گهاريندا هئا يا ڪڏهن حضرت ابوبڪرؓ ۽ حضرت عمرؓ سان گڏجي حضرت ابوبڪرؓ جي گهر ويندا هئا. ان موقعي تي هو مسلمانن ۽ ان جي ضرورتن بابت ڳالهائيندا هئا. جڏهن نبي ڪريمﷺ وڃڻ لڳندا هئا ته هو به ساڻس گڏ ٻاهر ايندا هئا. نبي ڪريمﷺ سان گڏ جي مسجد تائين ايندا هئا ۽ پاڻ سڳورنﷺ جي صحبت مان لطف اندوز ٿيندا رهندا هئا.

رات جو واپسي تي پيغمبرﷺ ڪنهن صحابيؓ جي گهر جي پرسان گذري رهيو هو ته هن کي قرآن شريف جي تلاوت جو ٻڌڻ ۾ آئي. صحابيؓ تمام سهڻي نموني ۽ مٺي آواز سان تلاوت ڪري رهيو هو. نبي ڪريمﷺ اتي بيهي اها تلاوت ٻڌڻ لڳو. اهو گهر ابو موسيٰ الاشعري جو هو. جيڪو قرآن شريف جي تلاوت ڪري رهيو هو. صبح جو نبي ڪريمﷺ ا ابو موسيٰ الاشعري سان مليو ۽ فرمايائين : " ابو موسيٰ! توکي حضرت داوڊؑ جي آواز مان هڪ مٺو آوزا ڏنو ويو آهي. (رات تون ڏسين ها ته مان تنهنجي قرآن شريف جي تلاوت ٻڌي رهيو هيس." (رياض الصالحين 1005)

هڪ ڀيري رات جو نبي ڪريمﷺ مسجد ۾ آيو ۽ ڏٺائين ته عبدالله بن مسعودؓ تهجد پڙهي رهيو آهي. هو سورت النساء پڙهي رهيو هو. نبي ڪريمﷺ هن جي قرات ٻڌڻ لاءِ بيهي رهيو. ان کانپوءِ پاڻ سڳورنﷺ حضرت ابوبڪرؓ ۽ حضرت عمرؓ کي فرمايائون: " جيڪو به قرآن کي ائين پڙهڻ چاهي .ٿو جيئن اهو نازل ٿيو آهي ته ان کي ائين پڙهڻ گهرجي جيئن عبدالله بن مسعودؓ پڙهي رهيو آهي.

نبي ڪريمﷺ جڏهن رات جو مسجد ۾ داخل ٿيندو هو ته جاڳيلن کي اهڙي نموني سلام ڪندو هو جيئن ستل جاڳي نه پون. مسجد ۾ هميشه غريب بي گهر مسلمان ستل هوندا هئا. نبي ڪريمﷺ گهر وڃڻ کان اڳ مسجد ۾ نماز ادا ڪندو هو.

عشا جي نماز کانپوءِ رسول اللهﷺ گهر وڃي آرام فرمائيندا هئا. نبي ڪريمﷺ گهر پهچي پهريان پنهنجا ڪپڙا تبديل ڪندا هئا ۽ پوءِ ڏندن کي مسواڪ سان صاف ڪندا هئا. جنهن کانپوءِ پنهنجي بستري اچي سمهندا هئا. مٿان وجهڻ وارو ڪپڙو پيرن کان وٺي چيلهه تائين مٿان وجهندا هئا. سمهڻ کان اڳ ڪجهه ذڪر ڪندا ۽ دعائون پڙهندا هئا. انهن ۾ ننڊ جا اذڪار شامل هوندا هئا. جنهن کانپوءِ پاڻ سڳوراﷺ ۽ سندس گهر واري هڪ ئي چادر جي اندر گڏجي سمهندا هئا ۽ هڪ

ئي ويهاٽي تي ٻئي سمهندا هئا. نبي ڪريمﷺ پنهنجو ڏندڻ (مسواڪ) پنهنجي ويهاٽي جي پرسان رکي ڇڏيندا هئا ته جيئن سڀ جو سجاڳ ٿين ته ڏندڻ ڏين. نبي ڪريمﷺ جو بسترو چمڙي جو هوندو هو جنهنجي اندر کجي جا پن وڌل هوندا هئا. ساڳي نموني جو سندسﷺ جو وهاڻو هوندو هو. جنهن وقت به نبي ڪريمﷺ جاڳندو هو، چاهي ڏينهن جو هجي يا رات پنهنجي ڏندڻ کي برش ڪرڻ شروع ڪندو هو. نبي ڪريمﷺ ڏندڻ ڏيڻ ڪانپوءِ ام المومنين حضرت عائشہؓ کي پنهنجو ڏندڻ ڏيندو هو ته ڌوئي اچي. ام المومنينؓ ان ڏندڻ سان پهريان ڏند صاف ڪندي هئي ته جيئن نبي ڪريمﷺ جي مبارڪ لعاب برڪت ماڻي سگهي ۽ پوءَ ڌوئي سندس وهاڻي جي پرسان رکندي هئي.

نبي ڪريمﷺ هميشه پنهنجو وات ۽ ڏند صاف رکندا هئا ڇاڪاڻ ته هو ملائڪن سان ڳالهائيندا هئا. نبي ڪريمﷺ اهي شيون نه کائيندا هئا جنهنجي ڪري وات مان بدبو اچي. جڏهن نبي ڪريمﷺ کان ان جي باري پڇيو وي ته پاڻ سڳورنﷺ جن فرمايو :" مون کي الله تعالىٰ جي ملائڪن کان شرم ايندي آهي. هي شيون کائڻ ممنوع ناهن پر مانﷺ انهن سان ڳالهائيندا آهيان جنهن سان اوهان نٿا ڳالهائي سگهو." ان ڪري نبي ڪريمﷺ هميشه پنهنجو ڏندڻ پاڻ سان گڏ رکندو هو.

بستري تي سمهڻ ڪانپوءِ نبي ڪريمﷺ ڪجھ وقت پنهنجي گهر واري سان ڪچهري ڪندو هو. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته نبي ڪريمﷺ پنهنجي گهر وارين سان ڪيتري محبت ۽ عزت ڪندو. اهو ڪم صرف ۽ صرف اعليٰ ظرف ۽ محبت ڪندڙ انسان ڪندو آهي. سڄي ڏينهن جي ڪمن جي ٿڪاوٽ جي باوجود به پنهنجي گهراورين کي وقت ڏيندو هو ۽ انهن جي ڳالھ ٻڌندو هو ۽ انهن سان پيار محبت جون ڳالهيون ڪندو هو.

ان ڪانپوءِ جي حاجت هوندي هئي ته پوري ڪندا پر جي گهر واري کي ماهواري هوندي هئي ته تڏهن به گهر واري سان گڏ ساڳي بستري تي سمهندا هئا.

نبي ڪريمﷺ سمهڻ کان اڳ جي غسل جي حاجت هوندي ئي غسل ڪري سمهندا هئا نه وضو ڪري سمهندا هئا. ڪڏهن ڪڏهن ننڊ کان اٿڻ ڪانپوءِ غسل ڪندا هئا.

جڏهن نبي ڪريمﷺ بستري سمهي پوندا هئا ته هي دعائون پڙهندا هئا:

الْحَمْدُ لِلَّهِ الَّذِي أَطْعَمَنَا وَسَقَانَا وَكَفَانَا وَآوَانَا فَكَمْ مِمَّنْ لَا كَافِيَ لَهُ وَلَا مُؤْوِيَ

سڀ تعريفون ان الله تعالىٰ جون جنهن اسان کي کارايو ۽ پياريو ۽ اسان جي لاءِ ڪافي ٿي ويو ۽ اسان کي رهڻ جي جاءِ عطا ڪئي، ( نه ته) ڪيترائي اهڙا انسان آهن جن جي ڪفالت ڪرڻ وارو ڪو به ڪونهي ۽ نه انهن کي ڪو رهائڻ وارو آهي.

بِاسْـمِكَ اللّهُـمَّ أَمـوتُ وَأَحْـيا

ياالله! اوهان جو وٺي مران ٿو (سمهان ٿو) ۽ زنده ٿيان ٿو (سجاڳ ٿيان ٿو)

(اها ڳالهہ سمجھڻ گھرجي تہ سمهڻ موت جي تصورن مان هڪ تصور آهي. اهڙي نموني سجاڳ ٿيڻ وري جيئرو ٿي اٿڻ آهي. جيئن حشر جي ڏينهن وري جيئرو ٿي اٿڻو آهي.)

اهڙي نموني ڪجھ ٻيون بہ دعائون پڙهندا هئا. ان ڪان علاوه آيت الڪرسي, سورت الفلق ۽ سورت الناس پڙهي پنهنجي هٿن تي شوڪاريندا هئا ۽ پوءِ هٿن کي پنهنجي پوري جسم تي ڦيريندا هئا.

نبي ڪريمﷺ ساڄي پاسي پاسو ورائي سمهندا هئا ۽ پنهنجو ساڄو هٿ پنهنجي ساڄي ڳل جي هيٺان ڏئي سمهندا هئا. ان ڪانپوءِ ڪجھ وڌيڪ دعائون پڻ پڙهندا هئا جهڙوڪ:

اللَّهُمَّ قِنِي عَذَابَكَ يَوْمَ تَبْعَثُ - أَوْ تَجْمَعُ - عِبَادَكَ

اي الله! مون کي ان ڏينهن جي عذاب ڪان بچائجان جنهن ڏينهن تون پنهنجي ٻندن کي گڏ ڪندين يا اٿاريندين.

اللّهُـمَّ رَبَّ السّمـواتِ السَّبْـعِ وَرَبَّ العَـرْشِ العَظـيم ، رَبَّنـا وَرَبَّ كُـلِّ شَـيء ، فالِـقَ الحَـبِّ وَالنَّـوى ، وَمُـنَزِّلَ التَّـوْراةِ وَالإنْجـيل ، والفُـرْقان ، أَعـوذُ بِـكَ مِن شَـرِّ كُـلِّ شَـيءٍ أَنْـتَ آخِـذٌ بِنـاصِـيَتِه . اللّهُـمَّ أَنْـتَ الأَوَّلُ فَلَـيسَ قَبْـلَكَ شَيء ، وَأَنْـتَ الآخِـرُفَلَـيسَ بَعْـدَكَ شَـيء ، وَأَنْـتَ الظّـاهِـرُفَلَـيْسَ فَـوْقَـكَ شَيء ، وَأَنْـتَ الْبـاطِـنُ فَلَـيْسَ دونَـكَ شَـيء ، اقْـضِ عَنّـا الـدَّيْـنَ وَأَغْـنِنـا مِنَ الفَـقْر

يا الله! ستن آسمانن جا رب ۽ زمين جا رب ۽ عرش عظيم جا رب! اسان جا ۽ هر شيءِ جا رب! داڻي ۽ ککڙي ڦاڙڻ وارا رب، تورات ، انجيل ۽ فرقان (قرآن) نازل ڪرڻ وارا، مان اوهان ڪان هر انهي شيءِ ج شر ڪان پناه گھران ٿو جنهنجي پيشاني توهان جي هٿ آهي. يا الله! تون ئي پهريان آهين توڪان اڳ ڪجھ بہ ناهي ۽ تون ئي آخري آهين توڪان پوءِ ڪجھ بہ ناهي ۽ تون ئي غالب آهين توڪان مٿي ڪو بہ ناهي ۽ تون ئي ڳُجھ (راز) آهين ۽ تون ڪان ڪا بہ شيءِ لڪل ناهي. (اسان جو قرض لاهہ ۽ اسان کي غربت مان ڪيڍي بي نياز ڪر.

اللّهُـمَّ أَسْـلَمْـتُ نَفْـسي إِلَـيْك، وَفَوَّضْـتُ أَمْـري إِلَـيْكَ، وَوَجَّـهْـتُ وَجْـهي إِلَـيْكَ، وَأَلْـجَـأْتُ ظَهـري إِلَـيْكَ، رَغْبَـةً وَرَهْـبَةً إِلَـيْكَ، لا مَلْجَـأَ وَلا مَنْـجـا مِنْـكَ إِلاّ إِلَـيْكَ، آمَنْـتُ بِكِتـابِكَ الّـذي أَنْزَلْـتَ وَبِنَـبِيِّـكَ الّـذي أَرْسَلْـت

ياالله! مان پاڻ کي تنهنجي حوالي ڪيان ٿو ۽ پنهنجا معاملا بہ تنهنجي حوالي ڪيان ٿو ۽ پنهنجو منهن تو ڏانهن ڦيرايان ٿو ۽ تو تي ڀروسو ڪريان ٿو، تو ۾ اميد رکان ٿو ۽ تو کان ڊڄان ٿو. تو کان سواءِ ڪا بہ پناه ۽ فرار ڪانهي. مان تنهنجي ڪتاب (قرآن) تي ايمان رکان ٿو جيڪو تو نازل ڪيو آهي، ۽ ان پيغمبر ﷺ تي جنهن کي تو موڪليو آهي.

انهن دعائن کان علاوه نبي ڪريم ﷺ سورت السجده ۽ سورت المُلڪ جي تلاوت بہ ڪندو هو. جڏهن نبي ڪريم ﷺ گهري ننڊ سمهندا هئا تہ سندس ساه کڻڻ جو آواز بہ ٻڌڻ ۾ ايندو هو. جڏهن نبي ڪريم ﷺ رات جو پاسو ورائيندو هو تہ هي دعا پڙهندو هو.

لا إِلـهَ إلاّ اللهُ الـواحِدُ القَهّـار رَبُّ السَّمواتِ وَالأرْضِ وَما بَيْـنَهـما العَزيـزُ الغَـفّار

الله کانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي، هو اڪيلو ۽ غالب آهي. آسمان ۽ زمين ۽ جيڪو بہ انهن ٻنهي جي وچ ۾ انهن سڀني جو پالڻهار آهي. هو تمام طاقتور ۽ بي انتها معاف ڪرڻ وارو آهي.

۽ جڏهن بہ پاسو ورائيندو هو تہ پنهنجو مسواڪ ڪٽي ڏندڻ ڏيندو هو ۽ ان کانپوءِ سمهندو هو. نبي ڪريم ﷺ اڌ رات تائين آرام ڪندا هئا. نبي ڪريم ﷺ ان وقت ئي گهٽي ننڊ ڪندا هئا.

# اڌ رات

**جڏهن اڌ رات ٿيندي هئي يا ٿورو اڳ يا ٿور پوئي نبي ڪريمﷺ ننڊ مان سجاڳ ٿيندا هئا. پاڻ سڳوراﷺ پنهنجي بستري ويهي پنهنجي منهن مبارڪ کي پنهنجي ٻنهي هٿن سان مهٽيندا هئا ته جيئن ننڊ جو اثر ختم ٿئي. ان ڪانپوءِ پنهنجو مسواڪ ڪٽي ڏندڻ ڏيڻ شروع ڪندا هئا. ان ڪانپوءِ پنهنجو منهن مبارڪ مٿي ڪري رات جي تاريڪي ۾ خاموش آسمان ڏانهن نهاريندو هو جڻ ته هو الله تعالىٰ جي تخليق کي ڏسي ان بابت غور و فڪر ڪري رهيو هجي. ان ڪانپوءِ حضورﷺ هي آيتون پڙهندو هو:**

إِنَّ فِى خَلْقِ ٱلسَّمَـٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ وَٱخْتِلَـٰفِ ٱلَّيْلِ وَٱلنَّهَارِ لَـَٔايَـٰتٍۢ لِّأُو۟لِى ٱلْأَلْبَـٰبِ (١٩٠) ٱلَّذِينَ يَذْكُرُونَ ٱللَّهَ قِيَـٰمًۭا وَقُعُودًۭا وَعَلَىٰ جُنُوبِهِمْ وَيَتَفَكَّرُونَ فِى خَلْقِ ٱلسَّمَـٰوَٰتِ وَٱلْأَرْضِ رَبَّنَا مَا خَلَقْتَ هَـٰذَا بَـٰطِلًۭا سُبْحَـٰنَكَ فَقِنَا عَذَابَ ٱلنَّارِ (١٩١) رَبَّنَآ إِنَّكَ مَن تُدْخِلِ ٱلنَّارَ فَقَدْ أَخْزَيْتَهُۥ ۖ وَمَا لِلظَّـٰلِمِينَ مِنْ أَنصَارٍۢ (١٩٢) رَّبَّنَآ إِنَّنَا سَمِعْنَا مُنَادِيًۭا يُنَادِى لِلْإِيمَـٰنِ أَنْ ءَامِنُوا۟ بِرَبِّكُمْ فَـَٔامَنَّا ۚ رَبَّنَا فَٱغْفِرْ لَنَا ذُنُوبَنَا وَكَفِّرْ عَنَّا سَيِّـَٔاتِنَا وَتَوَفَّنَا مَعَ ٱلْأَبْرَارِ (١٩٣) رَبَّنَا وَءَاتِنَا مَا وَعَدتَّنَا عَلَىٰ رُسُلِكَ وَلَا تُخْزِنَا يَوْمَ ٱلْقِيَـٰمَةِ ۗ إِنَّكَ لَا تُخْلِفُ ٱلْمِيعَادَ (١٩٤)

بيشڪ آسمانن ۽ زمين جي تخليق ۾ ۽ رات ۽ ڏينهن جي اچڻ وڃڻ ۾ انهن عقلمند (سمجھ وارن انسانن) جي لاءِ وڏيون نشانيون آهن (190) جيڪي اٿندين ويهندين ۽ سمهندين (هر حال ۾) الله(تعالىٰ) کي ياد ڪندا آهن ۽ آسمانن ۽ زمين جي تخليق تي غور ڪندا آهن ( ۽ ان تخليق ڏسي بي اختيار چوندا آهن ته) اي اسان جا پالڻهار! اوهان هي سڀ بنا مقصد جي ناهي ٺاهيو. اوهان ( سيني فضول ڪمن کان) پاڪ آهيو. بس اسان کي دوزخ جي عذاب کان بچائجان. (191) اي اسان جا پالڻهار! اوهان جنهن کي دوزخ ۾ داخل ڪيو سو بيشڪ خوار ٿيو ۽ اهڙن ظالمن (گنهگارن) جو ڪو مددگار به نه هوندو.(192) اي اسان جا پالڻهار! اسان هڪ سڏيندڙ جي سڏ کي ٻڌو جيڪو ايمان ڏانهن سڏي رهيو هو ۽ چوي پيو ته پنهنجي پالڻهار جي مڃو (ان تي ايمان آڻيو) اسان ان جي ڳالھ مڃي (ان ڪري اسان ايمان آندو) تنهن ڪري اي اسان جا پالڻهار! جيڪي به اسان کان گناهه ٿيا آهن انهن کي بخش (معاف فرما) جيڪي اسان ۾ برايون آهن انهن کي (اسان مان) ختم ڪر ۽ اسان جو خاتمو نيڪ انسانن سان ڪر (نيڪ انسانن وانگر ڪر) (193) (۽) اي اسان جا پالڻهار! اسان کي اهو عطا ڪر

(ڏي) جنهنجو اوهان واعدو پنهنجي پيغمبرن جي ذريعي اسان ڪيو آهي. اسان کي قيامت جي ڏينهن
خواري کان بچائجان. بيشڪ اوهان پنهنجي واعدي جا پڪا آهيو (194). (سورت العمران)

**اللّٰه تعالىٰ سڏ جو جواب ڏيندو هو:**

فَٱسْتَجَابَ لَهُمْ رَبُّهُمْ أَنِّى لَآ أُضِيعُ عَمَلَ عَـٰمِلٍ مِّنكُم مِّن ذَكَرٍ أَوْ أُنثَىٰ ۖ بَعْضُكُم مِّنۢ بَعْضٍ ۖ فَٱلَّذِينَ هَاجَرُوا۟ وَأُخْرِجُوا۟ مِن دِيَـٰرِهِمْ وَأُوذُوا۟ فِى سَبِيلِى وَقَـٰتَلُوا۟ وَقُتِلُوا۟ لَأُكَفِّرَنَّ عَنْهُمْ سَيِّـَٔاتِهِمْ وَلَأُدْخِلَنَّهُمْ جَنَّـٰتٍ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَـٰرُ ثَوَابًا مِّنْ عِندِ ٱللَّهِ ۗ وَٱللَّهُ عِندَهُۥ حُسْنُ ٱلثَّوَابِ (١٩٥) لَا يَغُرَّنَّكَ تَقَلُّبُ ٱلَّذِينَ كَفَرُوا۟ فِى ٱلْبِلَـٰدِ (١٩٦) مَتَـٰعٌ قَلِيلٌ ثُمَّ مَأْوَىٰهُمْ جَهَنَّمُ ۚ وَبِئْسَ ٱلْمِهَادُ (١٩٧) لَـٰكِنِ ٱلَّذِينَ ٱتَّقَوْا۟ رَبَّهُمْ لَهُمْ جَنَّـٰتٌ تَجْرِى مِن تَحْتِهَا ٱلْأَنْهَـٰرُ خَـٰلِدِينَ فِيهَا نُزُلًا مِّنْ عِندِ ٱللَّهِ ۗ وَمَا عِندَ ٱللَّهِ خَيْرٌ لِّلْأَبْرَارِ (١٩٨) وَإِنَّ مِنْ أَهْلِ ٱلْكِتَـٰبِ لَمَن يُؤْمِنُ بِٱللَّهِ وَمَآ أُنزِلَ إِلَيْكُمْ وَمَآ أُنزِلَ إِلَيْهِمْ خَـٰشِعِينَ لِلَّهِ لَا يَشْتَرُونَ بِـَٔايَـٰتِ ٱللَّهِ ثَمَنًا قَلِيلًا ۗ أُو۟لَـٰٓئِكَ لَهُمْ أَجْرُهُمْ عِندَ رَبِّهِمْ ۗ إِنَّ ٱللَّهَ سَرِيعُ ٱلْحِسَابِ (١٩٩) يَـٰٓأَيُّهَا ٱلَّذِينَ ءَامَنُوا۟ ٱصْبِرُوا۟ وَصَابِرُوا۟ وَرَابِطُوا۟ وَٱتَّقُوا۟ ٱللَّهَ لَعَلَّكُمْ تُفْلِحُونَ (٢٠٠)

انهن جي پالڻهار انهن جي دعا قبول ڪئي ( ۽ فرمايو) مان توهان مان ڪنهنجي بہ ڪيل عمل کي ضايع نہ ڪندس (نہ وڃائيندس) پوءِ چاهي مرد جو هجي يا عورت. توهان سڀ هڪ نسل ( هڪ جنس) مان آهيو. جن ماڻهن منهنجي خاطر هجرت ڪئي ۽ جن کي منهنجي ڪري گهر مان بي گهر ڪيو ۽ منهنجي رستي جي ڪري تنگ ڪيا ويا ۽ منهنجي لاءِ وڙهيا ۽ قتل ٿيا انهن سڀني جي گناهن کي معاف ڪندس ۽ انهن کي اهڙن باغن (بهشت، جنت) ۾ داخل ڪندس جنهنجي هيٺان واهيون وهنديون آهن. هي انهن جو بدلو (انعام) آهي ۽ ۽ اللّٰه ئي آهي جنهن وٽ پلو بدلو (انعام) آهي (195) جن ماڻهن ڪفر (انڪار) ڪيوانهن جو شهرن ۾ (خوشحالي سان) هلڻ ڦرڻ (اي نبيﷺ) اوهان کي دوکي ۾ نہ وجهي.( اوهان ذوکي ۾ نہ اچجو تہ ڪفر جي باوجود بہ هو ڏاڍا خوشحال ۽ خوش آهن) (196) هي فقط ڪجھ ڏينهن جو مزو آهي پوءِ هي سڀ جهنم (دوزخ) ۾ ويندا جيڪا رهڻ جي تمام بڇڙي (خراب) جاءِ آهي (197) ان جي ابتڙ جيڪي ماڻهون پنهنجي پالڻهار کان ڊڄي زندگي گذارن ٿا. انهن جي لاءِ اهڙا باغ آهن جنهنجي هيٺان واهيون وهن ٿيون، جنهن ۾ هو هميشہ رهندا. اللّٰه جي طرفان اها مهمانوازي آهي ۽ جيڪي اللّٰه وٽ آهي پلارن (نيڪ انسانن) جي اهو ئي پلو آهي (198) ۽ بيشڪ اهل ڪتاب (ڪتاب وارا) ۾ ڪجھ اهڙا ماڻهون بہ موجود آهن جيڪي عاجزي اختيار ڪندين

الله کي بہ مجن ٿا، تو تي نازل ڪيل ڪتاب تي بہ ايمان رکن ٿا ۽ ان تي بہ جيڪا هنن تي نازل ڪئي وئي هئي ۽ الله تعالىٰ جي آيتن کي ٿوري ٿوري ملھ تي نٿا وڪڻن. اهي (اُهي) ماڻھون آهن جن جو اجر (بدلو) سندن پالڻھار وٽ آهي. بيشڪ الله تعالىٰ جلدي بدلو ڏيڻ وارو آهي. (199) اي ايمان وارؤ! صبر ڪيو ۽ مقابلي جي وقت اٽل (ثابت قدم) رهو، حق جي حفاظت ڪيو ۽ الله کان ڊڄندا رهو تہ جيئن اوهان کي فلاح (ڀلائي) نصيب ٿئي(200)

ان ڪانپوءِ نبي ڪريمﷺ پنهنجي بستر کان اٿندا هئا ۽ لٽڪيل کلي (ٻڪر يا هرڻ جي کل مان ٺهيل مشڪ يا اوئي، جنهن ۾ پاڻي وجهي ٿڌو ڪبو آهي) ڪڻندا هئا. ان کلي مان پاڻي ڪڍي گھُگِي ۾ وجهندا هئا. ان ڪانپوءِ چڱي نموني وضو ڪندا هئا پر اهو خيال رکندا هئا تہ پاڻي گھڻو ضايع نہ ٿئي. ان ڪانپوءِ پنهنجا ڪپڙا مٽائيندا هئا. جنهن ڪانپوءِ تهجد (رات جي نماز) پڙهڻ شروع ڪندا هئا.

تهجد جي نماز کان اڳ نبي ڪريمﷺ ذکر ڪندا هئا. ام المومنين حضرت عائشہؓ جن بيان ڪيو آهي تہ: جڏهن نبي ڪريمﷺ ننڊ مان سجاڳ ٿيندا هئا تہ هي ذکر ڪندا هئا.

| | |
|---|---|
| اللَّهُ أَكْبَرُ | الله وڏو آهي |
| الْحَمْدُ لِلَّهِ | سڀ تعريفون الله جي لاءِ آهي |
| سُبْحَانَ اللَّهِ وَبِحَمْدِهِ | الله پاڪ آهي ۽ سڀ تعريفون هن جي لاءِ آهن |
| سُبْحَانَ الْمَلِكِ الْقُدُّوسِ | مقدس ۽ پاڪ مالڪ آهي |
| أَسْتَغْفِرُ اللَّهَ | الله کان گناهن جي معافي گھران ٿو |
| لَا إِلَهَ إِلَّا اللَّهُ | الله کانسواءِ ڪو بہ عبادت جي لائق ڪونهي |

اللهُمَّ إِنِّي أَعُوذُ بِكَ مِنْ ضِيقِ الدُّنْيَا وَضِيقِ يَوْمِ الْقِيَامَة

يا الله! بيشڪ مان دنيا ۽ آخرت جي ڏينهن جي تنگي کان تنهنجي پناه گھران ٿو

ان ڪانپوءِ نبي ڪريمﷺ تهجد جي نماز شروع ڪندا هئا.

رسول اللهﷺ پنهنجي تهجد جي نماز جي ٻن ننڍن رڪعتن کان شروع ڪندو هو. نبي ڪريمﷺ جماعت سان نماز هميشہ مختصر پڙهائيندو پر جڏهن حضورﷺ اڪيلي نماز پڙهندا هئا تہ هميشہ

نماز کي ڊگهو ڪندا هئا. حقيقت ۾ نبي ڪريمﷺ جون تهجد واريون نمازون ڊگهي ۾ ڊگهيون هونديون هيون. تهجد جي نماز ۾ وڏيون سورتون پڙهندا. اهو الله تعاليٰ جي حڪم جي ڪري هو. جيئن قرآن پاڪ ۾ الله تعاليٰ فرمايو آهي:

قُمِ ٱلَّيۡلَ إِلَّا قَلِيلٗا (٢)

رات جو ٿورو حصو ڇڏي باقي (سڄي) رات (عبادت جي لاءِ) اٿي بيهه. (2) (سورت المزمل)

جڏهن اسان سندس رات جي نماز کي غور سان ڏسون ٿا ته اسان کي محسوس ٿئي ٿو ته نبي ڪريمﷺ پنهنجي نماز ۾ اهڙي طرح گم ٿي ويندا هئا جو سندس سيني جذباتن، احساسن ۽ ادراڪن جو محور فقط الله تعاليٰ هوندو هو. ايئن محسوس ٿيندو هو ته سندس روح جي پرواز رب جي راضپي ۽ رب سان ملڻ لاءِ مشتاق هجي. ايئن لڳي رهيو هوندو ته ڄڻ نبي ڪريمﷺ جي نهار رب جو عرش ڏسي رهي آهي ۽ پيغمبرﷺ رب سان راز ۽ نياز جو ڳالهيون ڪري رهيو آهي. نبي ڪريمﷺ پهريان پالڻهار جي ساراهه ڪندو هو ۽ پوءِ شڪر گذاري جا ڪلمه ادا ڪندو هو. انهن ڳالهين جو اندازو نبي ڪريمﷺ جي دعائن مان لڳائي سگهجي ٿو ۽ ان ۾ ڪو به شڪ ڪونهي ته پاڻ سڳوراﷺ کي معراج ڪرائي وئي. حضورﷺ جي اتي پهچڻ تي ستن آسمانن جا درواز نبي ڪريمﷺ جي لاءِ کوليا ويا. نبي ڪريمﷺ کي ايترو مرتبو عطا ڪيو ويو جو هو لوح محفوظ جي قلمن کي به ٻڌو جيڪي ڪجهه هو لکي رهيا هئا.

الله تعاليٰ کان سڀ کان خوف ڪائيندڙ ۽ سڀ کان وڌيڪ پرهيزگاري اختيار ڪندڙ ۽ سڀ کان وڌيڪ يقين رکندڙ فقط نبي ڪريمﷺ هو جيئن پاڻ سڳورن ﷺ جن جو فرمان آهي:

وَاللَّهِ إِنِّي لأَخْشَاكُمْ لِلَّهِ وَأَتْقَاكُمْ لَهُ (صحيح بخاري 5063)

” الله جو قسم! الله رب العالمين کان سڀ کان وڌيڪ خوف ڪائيندڙ آهيان ۽ توهان سيني کان وڌيڪ پرهيزگار به آهيان.“

نبي ڪريمﷺ پنهنجي نماز پالڻهار جي تعريف، حمد ۽ ثناء سان شروع ڪندو. دعا جي شروعات اهڙن من موهيندڙ لفظن سان ٿيندي هئي جنهن مان تسبيح ۽ تعريف جو بهترين اظهار ٿيندو هو. ام المومنين حضرت عائشہؓ کان جڏهن پڇيو ويو ته نبي ڪريمﷺ تهجد جي نماز ڪهڙي دعا کان شروع ڪندو هو ته ام المومنينؓ جن فرمايو ته هن دعا کان شروع ڪندو هو.

اللّهُـمَّ رَبَّ جِـبْرائيل ، وَميكـائيل ، وَإِسْـرافيل، فاطِـرَ السَّمواتِ وَالأَرْض ، عالِـمَ الغَيْـبِ وَالشَّهـادَةِ أَنْـتَ تَحْـكـمُ بَيْـنَ عِبـادِكَ فيـما كانوا فيهِ اهدِنـي لِمـا اخْتُـلِفَ فيـهِ مِنَ الْحَـقِّ بِإِذْنِك ، إِنَّـكَ تَهْـدي مَنْ .يَخْتَلِفـون تَشـاءُ إِلى صِراطٍ مُسْتَقـيم

"اي جبرائيل، ميڪائيل ۽ اسرافيل جا پالڻهار، آسمانن ۽ زمين جا پيدا ڪندڙ، حاضر ۽ غيب جا ڄاڻيندڙ، اوهان پنهنجن ٻانهن جي وچ ۾ انهن سيني ڳالهين جو فيصلو ڪندڙ آهيو جنهن ۾ هو اختلاف ڪندا هئا. مون کي انهن معاملن ۾ هدايت عطا فرما جنهن ۾ ماڻهو اختلاف ڪندا آهن. بيشڪ تون جنهنکي چاهين سڌي واٽ جي هدايت عطا ڪندو آهين." (صحيح ابن خزيمہ 1153)

**ان کان علاوه نبي ڪريمﷺ تهجد جي نماز کان اڳ هي به دعا پڙهندو هو.**

اللَّهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ أَنْتَ قَيِّمُ السَّمَوَاتِ وَالأَرْضِ وَمَنْ فِيهِنَّ وَلَكَ الْحَمْدُ، لَكَ مُلْكُ السَّمَوَاتِ وَالأَرْضِ وَمَنْ فِيهِنَّ، وَلَكَ الْحَمْدُ أَنْتَ نُورُ السَّمَوَاتِ وَالأَرْضِ، وَلَكَ الْحَمْدُ أَنْتَ الْحَقُّ، وَوَعْدُكَ الْحَقُّ، وَلِقَاؤُكَ حَقٌّ، وَقَوْلُكَ حَقٌّ، وَالْجَنَّةُ حَقٌّ، وَالنَّارُ حَقٌّ، وَالنَّبِيُّونَ حَقٌّ، وَمُحَمَّدٌ صلى الله عليه وسلم حَقٌّ، وَالسَّاعَةُ حَقٌّ، اللَّهُمَّ لَكَ أَسْلَمْتُ، وَبِكَ آمَنْتُ، وَعَلَيْكَ تَوَكَّلْتُ، وَإِلَيْكَ أَنَبْتُ، وَبِكَ خَاصَمْتُ، وَإِلَيْكَ حَاكَمْتُ، فَاغْفِرْ لِي مَا قَدَّمْتُ وَمَا أَخَّرْتُ، وَمَا أَسْرَرْتُ وَمَا أَعْلَنْتُ، أَنْتَ الْمُقَدِّمُ وَأَنْتَ الْمُؤَخِّرُ، لاَ إِلَهَ إِلاَّ أَنْتَ ـ أَوْ لاَ إِلَهَ غَيْرُكَ لِلَّهُمَّ لَكَ الْحَمْدُ أَنْتَ قَيِّمُ السَّمَوَاتِ وَالأَرْضِ وَمَنْ فِيهِنَّ وَلَكَ الْحَمْدُ، لَكَ مُلْكُ السَّمَوَاتِ وَالأَرْضِ وَمَنْ فِيهِنَّ، وَلَكَ الْحَمْدُ أَنْتَ نُورُ السَّمَوَاتِ وَالأَرْضِ، وَلَكَ الْحَمْدُ أَنْتَ الْحَقُّ، وَوَعْدُكَ الْحَقُّ، وَلِقَاؤُكَ حَقٌّ، وَقَوْلُكَ حَقٌّ، وَالْجَنَّةُ حَقٌّ، وَالنَّارُ حَقٌّ، وَالنَّبِيُّونَ حَقٌّ، وَمُحَمَّدٌ صلى الله عليه وسلم حَقٌّ، وَالسَّاعَةُ حَقٌّ، اللَّهُمَّ لَكَ أَسْلَمْتُ، وَبِكَ آمَنْتُ وَعَلَيْكَ تَوَكَّلْتُ، وَإِلَيْكَ أَنَبْتُ، وَبِكَ خَاصَمْتُ، وَإِلَيْكَ حَاكَمْتُ، فَاغْفِرْ لِي مَا قَدَّمْتُ وَمَا أَخَّرْتُ، وَمَا أَسْرَرْتُ وَمَا أَعْلَنْتُ، أَنْتَ الْمُقَدِّمُ وَأَنْتَ الْمُؤَخِّرُ، لاَ إِلَهَ إِلاَّ أَنْتَ ـ أَوْ لاَ إِلَهَ غَيْرُكَ وَلاَ حَوْلَ وَلاَ قُوَّةَ إِلاَّ بِاللَّهِ (صحيح بخاري 1120)

او منهنجا پالڻهار! سڀ تعريفون تنهنجي لاءِ آهن، تون آسمانن ۽ زمين ۽ انهن ۾ موجود سيني شين جو پالڻهار آهين، ۽ سڀ تعريفون تنهنجي لاءِ آهن. آسمانن ۽ زمين ۽ انهن ۾ موجود هر شيءِ جي بادشاهي تنهنجي آهي ۽ سڀ تعريف صرف تنهنجي لاءِ آهي. تون آسمانن ۽ زمين جو نور آهين ۽ سڀ تعريف توکي ئي سونهي ٿي. تون سچو آهين، تنهنجو واعدو سچو آهي، تنهنجي ملاقات سچي

آهي، تنهنجو ڪلام سچو آهي، بهشت سچي آهي، دوزخ سچي آهي، ۽ نبي سچا آهن. محمد صلي الله عليه وسلم سچا آهن ۽ قيامت جو ڏينهن سچو آهي. او منهنجا پالڻهار! مان توهان جي آڏو سيس نمايان ٿو ۽ صرف اوهان تي ايمان رکان ٿو، مان توهان تي پروسو ڪريان ٿو ۽ توهان ڏانهن رجوع ڪيان ٿو، مان توهان جي عطا ڪيل دليلن جي ذريعي بحث ڪندو آهيان ۽ مان توهان کي پنهنجو (حاڪم) جج بڻائيان ٿو. تنهن ڪري پنهنجن اڳين ۽ پوين سيني گناهن جي معافي گهران ٿو، چاهي اهي ظاهري ٿيا هجن ۽ لڪي ڪيا هجن. اڳتي وڌائڻ وارو ۽ پوئتي رهائڻ وارو تون آهين. عباد جي لائق صرف تون آهين ۽ توڪانسواءِ ٻيو ڪنهن کي به ڪا طاقت ناهي گناهن کان بچائڻ جي يا نيڪيون ڪرائڻ جي.

نبي ڪريمﷺ تهجد جي نماز ۾ قرآن صاف ۽ آهستي پڙهندو هو. جڏهن به ڪا آيت پڙهندو هو جنهن الله تعالىٰ باجهه (رحمت) جي ڳالهه ڪندو هو ته پاڻ سڳوراﷺ رحمت جي دعا گهرندا هئا ۽ جنهن آيت ۾ الله تعالىٰ سزا جي ڳالهه ڪندو هو ته پاڻ سڳوراﷺ مغفرت (معافي) جي دعا ڪندا هئا ۽ الله تعالىٰ کيس معاف ڪري. جيڪڏهن ڪنهن آيت ۾ الله تعالىٰ پنهنجي شان بيان ڪندو هو ته نبي ڪريمﷺ الله تعالىٰ جي شان جي تعريف ڪندو هو.

نبي ڪريمﷺ تهجد جي نماز هميشه ڊگهي پڙهندو. عبدالله بن مسعودؓ جو بيان آهي ته : ”هڪ ڀيري مان نبي ڪريمﷺ سان گڏ تهجد جي نماز پڙهي پاڻ سڳوراﷺ تمام گهڻي دير تائين تلاوت ڪندا رهيا ايتري تائين جو مان ٿڪجي پيس ۽ ڪجهه ڪرڻ جو سوچيو.“ ماڻهن هن کان پڇيو ته اوهان ڇا ڪرڻ جو سوچيو هو. هن وراڻيو مان سوچيو هو ته هيٺ ويهي رهان ۽ نماز ٽوڙي ڇڏيان.

نبي ڪريمﷺ تهجد ۾ اڪثر ڪري وڏيون سورتون پڙهندو هو ۽ تهجد ۾ ٿوريون رڪعتون پڙهندو هو. حضورﷺ رات جو ڪڏهن به تيرنهن کان وڌيڪ تهجد جي نماز نه پڙهندا هئا.
سندسﷺ جو رڪوع سندسﷺ جي قيام جيترو ڊگهو هوندو هو. رڪوع ۾ پاڻ سڳوراﷺ هي دعا پڙهندا هئا.

اللّهُـمّ لَكَ رَكَـعْتُ وَبِكَ آمَـنْت، ولَكَ أَسْلَـمْت ، خَشَـعَ لَكَ سَمْـعي، وَبَصَـري ، وَمُخِّـي، وَعَظْمـي، وَعَصَـبي ، وَما استَقَـلّ بِهِ قَدَمي، سُبْـحانَ ذي الْجَبَـروت، والمَلَـكوت، وَالكِبْـرِياء، وَالْعَظَـمَةِ (حصن المسلم)

اي منهنجا الله! مون اوهان لاءِ رڪوع ڪيو ۽ مان اوهان تي ايمان آڻيان ٿو ۽ مان اوهان جو فرمانبردار آهيان، منهنجا ڪن، منهنجون اکيون ۽ منهنجو دماغ، منهنجا هڏا، منهنجون رڳون ۽ جيڪي منهنجا پير کنيون بيٺا آهن سڀ جهڪيل آهن تنهنجي خشيت (خوف) ۾. سڀ واڪاڻ ( شان ۽ فخر) تنهنجي لاءِ آهي، تون پاڪ آهين (هر شيءِ کان)، ملائڪن ۽ روح جا رب.

نبي ڪريمﷺ هي ۾ پنهنجي زندگي جي آخري وقت ۾ هي دعا پڙهندو هو.

سُبْحَانَ اللَّهِ وَبِحَمْدِهِ أَسْتَغْفِرُ اللَّهَ وَأَتُوبُ إِلَيْهِ (صحيح المسلم 484)

الله تعالیٰ تعريف سان گڏ هر شيءِ کان پاڪ آهي ، مان الله تعالیٰ کان بخشش (معافي) گهران ٿو ۽ هن جي اڳيان توبه ڪيان ٿو.

ام المومنين حضرت عائشہؓ کان روايت آهي تہ هڪ ڏينهن مون نبي ڪريمﷺ کان پڇيو " يا رسول اللهﷺ! مون اوهان کي اڪثر اها دعا پڙهندي ٻڌو آهي." نبي ڪريمﷺ جن فرمايو:

خَبَّرَنِي رَبِّي أَنِّي سَأَرَى عَلَامَةً فِي أُمَّتِي فَإِذَا رَأَيْتُهَا أَكْثَرْتُ مِنْ قَوْلِ سُبْحَانَ اللَّهِ وَبِحَمْدِهِ أَسْتَغْفِرُ اللَّهَ وَأَتُوبُ إِلَيْهِ (صحيح المسلم 484)

منهنجي رب مون فرمايو آهي تہ جڏهن مان پنهنجي امت ۾ هڪ نشاني ڏسان تہ مون کي بار بار چوڻ گهرجي تہ الله تعالیٰ تعريف سان گڏ هر شيءِ کان پاڪ آهي ، مان الله تعالیٰ کان بخشش (معافي) گهران ٿو ۽ هن جي اڳيان توبه ڪيان ٿو.

مون ان نشاني کي اڳ ۾ ئي هن سورت ۾ ڏٺو آهي.

إِذَا جَآءَ نَصْرُ ٱللَّهِ وَٱلْفَتْحُ (١) وَرَأَيْتَ ٱلنَّاسَ يَدْخُلُونَ فِى دِينِ ٱللَّهِ أَفْوَاجًا (٢) فَسَبِّحْ بِحَمْدِ رَبِّكَ وَٱسْتَغْفِرْهُ ۚ إِنَّهُۥ كَانَ تَوَّابًۢا (٣) (سورت النصر آيت 3-1) (صحيح المسلم 484)

جڏهن الله جي مدد اچي ۽ فتح نصيب ٿئي (1) ۽ ماڻهن کي دين جي اندر ٽولين ٽوليون ٿي داخل ٿيندين ڏسين (2) تڏهن (تون) پنهنجي پالڻهار جي ساراهہ سان گڏ پاڪائي بيان ڪر ۽ کانئس بخشش (جي دعا) گهر، بيشڪ هو تمام ٻاجهارو آهي (3)

اها ئي نشاني هئي تہ هاڻي نبي ڪريمﷺ هن فاني دنيا کي الوداع ڪرڻ وارو آهي ۽ حضورﷺ جي ملاقات پنهنجي مالڪ سان ٿيڻ واري آهي.

تهجد ۾ نبي ڪريمﷺ جا سجدا بہ رڪوع ۽ قيام وانگر ڏاڍا ڊگها هوندا هئا. نبي ڪريمﷺ پنهنجي سجدن ۾ تمام گهڻيون ۽ مختلف قسم جون دعائون ڪندو هو. پاڻ سڳورنﷺ اسان کي اهو ٻڌايو آهي تہ " جڏهن سجدي ۾ هوندو آهي تہ الله تعالیٰ جي تمام ويجهو هوندو آهي، تنهن ڪري جڏهن توهان سجدي ۾ وڃو تہ وڌ کان وڌ دعائون گهرو." جڏهن پاڻ ڪريمﷺ سجدي ۾ هوندا هئا تہ هي دعائون فرمائيندا هئا :

سُبْحَانَ رَبِّيَ الأَعْلَى (سنن الترمزي 83)

منهنجو پالڻهار سڀ کان پاڪ ۽ اعلىٰ آهي

اللّٰهُمَّ لَكَ سَجَدْتُ وَبِكَ آمَنْت وَلَكَ أَسْلَمْت سَجَدَ وَجْهِي لِلَّذي خَلَقَهُ وَصَوَّرَهُ وَشَقَّ سَمْعَهُ وَبَصَرَه تَبارَكَ اللهُ أَحْسنُ الخالِقِين (صحيح مسلم 534 ۽ حصن مسلم 44)

اي منهنجا مالڪ! مان تو کي سجدو ڪيان ٿو ۽ توتي منهنجو ايمان آهي. مان پاڻ کي تنهنجي حوالي ڪيان ٿو. منهنجو چهرو ان هستي کي سجدو ڪري رهيو آهي جنهن ان کي پيدا ڪيو، ان کي ٺاهيو، ان کي خوبصورت بناوٽ ڏني ۽ ان ۾ ٻڌڻ ۽ ڏسڻ جو خاصيتون رکيون. منهنجو الله برڪت وارو ۽ تمام بهترين پيدا ڪندڙ آهي.

اللّٰهُمَّ اغْفِرْ لي ذَنْبي كُلَّه دِقَّهُ وَجِلَّه وَأَوَّلَهُ وَآخِرَه وَعَلانِيَّتَهُ وَسِرَّه (صحيح مسلم 350 ۽ حصن مسلم 46)

يا الله! منهنجي سيني گناهن ننڍن ۽ وڏن، اڳين پوين، ظاهر ۽ ڳجهن کي بخشش فرما.

اللّٰهُمَّ إِنِّي أَعوذُ بِرِضاكَ مِنْ سَخَطِك وَبِمعافاتِكَ مِنْ عُقوبَتِك وَأَعوذُ بِكَ مِنْك لا أُحْصي ثَناءً عَلَيْك أَنْتَ كَما أَثْنَيْتَ عَلى نَفْسِك (صحيح مسلم 352 ۽ حصن مسلم47)

اي منهنجا الله! مان تنهنجي رضا جي ذريعي تنهنجي ناراضگي کان پناه گهران ٿو ۽ مان تنهنجي معافي جي ذريعي تنهنجي سزا کان کان پناه گهران ٿو ۽ مان توکان تنهنجي ذريعي پناه گهران ٿو، مان تنهنجي پوري تعريف ڪرڻ کا قاصر آهيان تون ايئن ئي آهين جيئن تو پنهنجو پاڻ پنهنجي باري ۾ بيان ڪيو آهي.

سبُّوحٌ قُدُّوسٌ رَبُّ المَلآئِكَةِ وَالرُّوحِ (ابوداود 872 ۽ نسائي 1049)

تمام پاڪ، مقدس ملائڪن ۽ روح (جبرئيلؑ) جا رب.

حضرت محمد ﷺ ڪيڏو نہ اعلىٰ انسان هو. هو(ﷺ) رات جي گهري خاموشي جي سانت ۾ پنهنجي رب سان هيڪلائي ۾ مخاطب ٿيندو هو، سندس بار بار تعريف ۽ ثناء ڪندو هو، سندس الوهيت ۽ ربوبيت جو اظهار ڪندو هو ۽ سندس اڳيان پاڻ کي عاجز ڪري پيش ڪندو هو. حضرت محمد ﷺ تهجد جي نماز ۾ پنهنجي روح جي گهراين سميت الله تعالىٰ جي عباد ۾ مشغول ٿي ويندو. رب کي ريجهائڻ ۾ ڪا بہ قصر ڪو نہ ڇڏيندو. الله تعالىٰ جي محبت ۾ مهو ٿي ويندو هو. اسان تصور ڪري سگهون ٿا تہ اهو ڪيڏو نہ عجيب منظر هوندو جڏهن سندس (ﷺ) ڳالهہ کي جبل ٻڌندا هوندا ۽ چنڊ ۽ تارا ڪيس ڏسي رهيا هوندا پوءِ اهي هڪ ٻئي سان سس پس ڪندين چوندا هوندا تہ هي اهو رسول ﷺ آهي جنهن کي الله تعالىٰ فرمايو آهي:

وَٱذْكُرِ ٱسْمَ رَبِّكَ وَتَبَتَّلْ إِلَيْهِ تَبْتِيلًا ٨ (سورت المزمل آيت 8)

سيني ڪان الڳ ٿلڳ ٿي پنهنجي رب کي ياد ڪر.

حضرت محمد ﷺ پنهنجي رات جو وقت تهجد ۾ قرآن شريف جي تلاوت ڪندين گذاريندا هئا ۽ نماز جي دوران دعائون گهرندا ۽ الله تعالىٰ جي تسبيح دنيا کان بي نياز ٿي دل وجان سان ڪندا رهندا هئا جڏهن رات جو صرف ڇهون حصو باقي بچندو هو تہ تهجد جي نماز پڙهي پوري ڪندا هئا. صرف وتر جي نماز باقي رهندي هئي. (وتر جي نماز واجب نمازن مان آهي ۽ فجر کان اڳ اها آخري نماز هوندي آهي جيڪا پڙهبي آهي. جيڪي ماڻهو تهجد نہ پڙهندا آهن تہ اهي وتر عشاء کانپوءِ پڙهندا آهن ۽ جيڪي تهجد پڙهندا آهي اهي تهجد جي نماز ختم ڪري پوئي وتر پڙهندا آهن) ان کانپوءِ نبي ڪريمﷺ پنهنجي گهر واري کي اٿاريندا هئا تہ هوهن (ﷺ) سان گڏ وتر جي نماز پڙهي. نبي ڪريمﷺ وتر جون ٽي رڪعتون پڙهندا هئا. پهرين رڪعت ۾ سورت الاعلىٰ پڙهندا هئا. ٻي رڪعت ۾ سورت الڪافرون ۽ آخري رڪعت ۾ سورت الاخلاص پڙهندا هئا پر ڪڏهن ڪڏهن سورت الفلق ۽ سورت الناس بہ ٽين رڪعت ۾ پڙهندا هئا. وتر پڙهڻ کانپوءِ پاڻ سڳوراﷺ هي دعا ڪندا هئا

اللّهُمَّ إِنِّـي أَعـوذُ بِرِضـاكَ مِنْ سَخَطِـك وَبِمعـافاتِـكَ مِنْ عُقوبَـتِك وَأَعـوذُ بِكَ مِنْـك لا أُحْصـي ثَنـاءً عَلَـيْك أَنْـتَ كَمـا أَثْنَـيْتَ عَلـى نَفْسِـك. سبُّوحٌ قُدُّوسٌ رَبُّ المَلاَئِكَةِ وَالرُّوحِ

اي منهنجا الله! مان تنهنجي رضا جي ذريعي تنهنجي ناراضگي کان پناهہ گهران ٿو ۽ مان تنهنجي معافي جي ذريعي تنهنجي سزا کان کان پناهہ گهران ٿو ۽ مان توکان تنهنجي ذريعي پناهہ گهران ٿو، مان تنهنجي پوري تعريف ڪرڻ کا قاصر آهيان تون ايئن ئي آهين جيئن تو پنهنجو پاڻ پنهنجي باري ۾ بيان ڪيو آهي. تمام پاڪ، مقدس ملائڪن ۽ روح (جبرئيلؑ) جا رب.

ان کانپوءِ حضورﷺ هي دعا ٽي ڀيريرا فرمائيندا هئا.

سُبْحَانَ الْمَلِكِ الْقُدُّوسِ (ابوداود 1430 ۽ نسائي 1699 ۽ 1732)

مان ڀلاري بادشاهہ جي پاڪائي بيان ڪيان ٿو

حضرت محمد ﷺ رات جو پنهنجي جنهن ڪمري ۾ نماز پڙهندا هئا ان ۾ ڪا بہ آرامده شيءِ نہ هوندي هئي. نماز جي لاءِ ڪڪائون تڏو استعمال ڪندا هئا يا پنهنجي گهر واري جي سمهڻ وارو بسترو وڇائي نماز پڙهندا هئا. نبي ڪريمﷺ ان تي نماز پڙهندو هو گهر واري پاسي تي سمهي پوندي هئي. سندس (ﷺ) گهر ۾ روشني جو ڪو بہ بندوبست نہ هوندو هو. ڪڏهن ڪڏهن اوندهہ جي ڪري نماز پڙهندي نبي ڪريمﷺجو هٿ پير ۾ نند پيل گهر واري کي لڳي ويندو ۽ ام

المومنين سوڙهي ٿي سمهي پوندي هئي.۽ جڏهن نبي ڪريمﷺ قيام ۾ ويندو هو تہ ام المومنين وري سهي ٿي سمهندي هئي.

ڪجھ موقعن تي، پيغمبرﷺ مسجد ۾ تهجد پڙهڻ لاءِ ويندو هو. ان جو اهو ڪارڻ ٿي سگهي ٿو تہ پيغمبرﷺ متان نماز جي ڪري سندس ﷺ گهر واري جي ننڊ ۾ ڪو ڪلل نہ پوي. ام المومنين حضرت عائشہؓ کان روايت آهي تہ:

”هڪ رات مون ڏٺو تہ نبي ڪريمﷺ پنهنجي بستري تي موجود ناهن. مان هن ڪي ڳولڻ ٻاهر (مسجد ۾ ويس) ( اوندھ جي ڪري هٿ زمين تي ڦيري ڳولڻ لڳي) تہ منهنجو هٿ پاڻ سڳورنﷺ جي پيرن سان لڳو (ان وقت نبي ڪريمﷺ سجدي جي حالت ۾ هئا) ان وقت پاڻ سڳوراﷺ دعا گهري رهيا هئا

اللّٰهُمَّ إِنِّـي أَعـوذُ بِرِضـاكَ مِنْ سَخَطِـك وَبِمعـافاتِـكَ مِنْ عُقوبَـتِك وَأَعـوذُ بِكَ مِنْـك لا أُحْصـي ثَنـاءً عَلَـيْك أَنْـتَ كَمـا أَثْنَـيْتَ عَلَـى نَفْسِـك (صحيح مسلم 352 ۽ حصن مسلم47)

اي منهنجا الله! مان تنهنجي رضا جي ذريعي تنهنجي ناراضگي کان پناه گهران ٿو ۽ مان تنهنجي معافي جي ذريعي تنهنجي سزا کان کان پناه گهران ٿو ۽ مان توکان تنهنجي ذريعي پناه گهران ٿو، مان تنهنجي پوري تعريف ڪرڻ کا قاصر آهيان تون ايئن ئي آهين جيئن تو پنهنجو پاڻ پنهنجي باري ۾ بيان ڪيو آهي.

# گھگھ اونداھي ۾ ٻاھر وڃڻ

حضرت محمد ﷺ رات جي آخري پھر جيڪو رات جي عبادت جو بھترين وقت ھوندو آھي، پنھنجي ڌيءَ بي بي فاطمهؓ ۽ سندس مڙس حضرت عليؓ جي گھر ڏانھن نڪري ويندا ھئا. ھڪ ڀيري پاڻ سڳوراﷺ انھن جي گھر ويا سڏ ڪيائون پڇيائون تہ : ڇا توھان (تھجد) جي نماز نہ ٿا پڙھو؟ مون (علي) وراڻيو: ”الله جا رسولﷺ! بيشڪ اسان جون روحون الله تعالىٰ جي ھٿ ۾ آھن ۽ جڏھن ھو اسان کي جاڳائڻ چاھي ٿو تہ ھو اسان کي جاڳائي ٿو.“ جڏھن مون رسول الله ﷺ کي ايئن چيو تہ پاڻ سڳوراﷺ واپس موٽي ويا. حضورﷺ واپس ايندي پنھنجي ران تي ھٿ ھڻي رھيو ھو ۽ مون کيس ھي چوندي ٻڌو تہ: وَكَانَ الإنْسَانُ أَكْثَرَ شَىْءٍ جَدَلاً (سورت ڪھف آيت 54) (صحيح مسلم 775)

بيشڪ ماڻھو ھر شيءِ کان وڌيڪ جھيڙي ڪار آھي.

پنھنجي زندگي جي آخرڏينھن ۾، نبي ڪريمﷺ رات جو البقيع قبرستان ۾ ويندو ھو ۽ اتي دفن ٿيل لاءِ دعا ڪندو ھو. انھن مان ھڪريون واقعو عائشه رضي الله عنھا جي روايت مطابق: جڏھن رسول الله! سان منھنجو وارو ھو. پاڻ سڳوراﷺ آيا، پنھنجو پاسو ڦيرايو، پنھنجي چادر پاتي ۽ پنھنجا جوتا لاھي پنھنجي پيرن جي ويجھو رکيا، ۽ پنھنجي چادر جي ڪنڊ پنھنجي بستري تي وڇائي ڇڏي ۽ پوءِ ليٽي پيا. (ڪجھ وقت ڪانپوءِ) نبي ڪريمﷺ سمجھيو تہ مان سمھي پئي آھيان. پاڻ سڳورنﷺ آھستي آھستي پنھنجي چادر کي کنيو ۽ آھستي آھستي جوتا پائي، ۽ دروازو کوليو ۽ ٻاھر نڪري ويا ۽ پوءِ دروازي کي آھستي بند ڪيائون. مون بہ پنھنجو مٿو ڍڪيو، برقعو پاتو ۽ پنھنجو ڪمر بند سوگھو ٻڌو ۽ سندسﷺ جي پنيان ھلڻ لڳس ايستائين جو پاڻﷺ بقيع پھتا. پاڻ اتي گھڻي دير تائين بيٺا رھيا. پوءِ ٽي ڀيرا ھٿ (مٿي) کنيائون، ۽ پوءِ واپس موٽيا ۽ مان بہ موٽيس. پاڻ سڳوراﷺ تيز تيز ھلڻ لڳا ۽ مان بہ تيز تيز ھلڻ لڳس. پاڻ سڳوراﷺ ڊوڙيا ۽ مان بہ ڊوڙيس. پاڻ (گھر ڏانھن) آيا ۽ مان بہ (گھر ڏانھن) آيس. پر مان حضورﷺ کان اڳ ۾ گھر پھتس بستري تي ليٽي پيس. پاڻ (صلي الله عليه وسلم) اندر داخل ٿيا ۽ فرمايائون: اي عائشهؓ!، تون ڇو سھڪي رھي آھين؟ مون چيو: ڪجھ بہ ناھي. پاڻ فرمايائون: 'تون مون کي ٻڌاءِ، يا مون کي الله تعالىٰ ٻڌائيندو جيڪو سڀ ڪجھ ڄاڻي ٿو. مون چيو: اي الله جا رسولﷺ! ، منھنجا پيءُ ۽ ماءُ اوھانﷺ تي قربان ھجن، ۽ پوءِ مون کيس (سڄو قصو) ٻڌايو. پاڻ فرمايائون: ڇا اونداھ ۾ اھو پاڇو تنھنجو ھو

جيڪو مون پنهنجي سامهون ڏٺو هو؟ مون چيو: ها. نبي ڪريمﷺ منهنجي سيني تي (آهستي) سان ڌڪ هنيو (هٿ رکيو) (هن جو هٿ) جيڪو مون محسوس ڪيو. پوءِ فرمايائون تہ : ڇا توهان سوچيو هو تہ الله تعالىٰ ۽ سندس رسولﷺ توهان سان ناانصافي ڪندا؟ مون چيو: 'جيڪو ماڻهو لڪائيندا اهو الله تعالىٰ کي معلوم هوندو آهي.

پاڻ سڳورنﷺ جن فرمايائون: جڏهن تو مونکي ڏٺو هو ان وقت مون وٽ جبريلؑ آيو هو. هن مون کي ٻاهر سڏيو پر اندر (گهر ۾) نہ آيو ڇاڪاڻ تہ ان وقت تون صحيح طور تي حجاب ۾ نہ هئين. مون سمجهيو تہ تون ستل آهين ان ڪري مون توکي جاڳائڻ مناسب نہ سمجهيو تہ متان تون ڪٿي ڊڄي نہ وڃي. جبريلؑ مون کي چيو تہ تنهنجي رب جو حڪم آهي تہ بقيع جي رهواسين ڏانهن وڃ (جيڪي قبرن ۾ ستل آهن) ۽ انهن جي لاءِ بخشش جي دعا ڪر. ان تي مون پڇيو: يا رسول اللهﷺ ! مان انهن جي لاءِ ڪيئن دعا ڪيان. پاڻ سڳورنﷺ جن فرمايو: تون هيئن چئُ:

السَّلاَمُ عَلَى أَهْلِ الدِّيَارِ مِنَ الْمُؤْمِنِينَ وَالْمُسْلِمِينَ وَيَرْحَمُ اللَّهُ الْمُسْتَقْدِمِينَ مِنَّا وَالْمُسْتَأْخِرِينَ وَإِنَّا إِنْ شَاءَ اللَّهُ بِكُمْ لَلاَحِقُونَ (صحيح مسلم 974)

پاڻ فرمايائون: چئو تہ هن شهر (قبرستان) جي رهاڪن تي ايمان وارن ۽ مسلمانن جي طرفان سلامتي هجي، ۽ الله انهن تي رحم ڪري جيڪي اسان کان اڳ هليا ويا آهن ۽ جيڪي بعد ۾ اچن ٿا، ۽ اسان بہ انشاءَ الله توهان سان شامل ٿينداسين.

ان ڪانپوءِ رسول اللهﷺ تقريبن هر رات البقيع قبرستان ڏانهن ويندا هئا ۽ فوتين جي لاءِ دعا فرمائيندا هئا. ٻين دعائن سان گڏ هي بہ دعا فرمائيندا هئا:

السَّلَامُ عَلَيْكُمْ دَارَ قَوْمٍ مُؤْمِنِينَ وَأَتَاكُمْ مَا تُوعِدُونَ غَدًا مُؤَجَّلُونَ وَإِنَّا إِنْ شَاءَ اللَّهُ بِكُمْ لَاحِقُونَ اللَّهُمَّ اغْفِرْ لأهل بَقِيعِ الْغَرْقَد (مشڪات المصابيح 1766)

اي ايمان واري قوم جي آرام گاھ جا رواسي اوهان تي (الله تعالىٰ طرفان)سلامتي نازل ٿئي. جيڪو توهان سان جيڪوواعدو ڪيو ويو هو اهو سڀاڻي توهان کي جلد ملندو، ۽ جيڪڏهن خدا گهريو ته اسان توهان سان شامل ٿينداسين. اي خدا، بقيع الغرقد (هي جنت البقيع قبرستان جو اصلي نالو آهي) جي رهواسين کي معاف ڪر.

رسول اللهﷺ تمام ٻاجهارو هو جڏهن رات پنهجي جوين تي هوندي هئي تہ نبي ڪريمﷺ خاموشي سان ٻاهر نڪرندا هئا ۽ پنهنجن انهن ساٿين جي قبرن جي اڳيان بيهي جيڪي اسلام جي عظيم فتح کي ڏسڻ کان اڳ فوت ٿي ويا هئا. هاڻي جڏهن ماڻهن ٽولن جي صورت ۾ اچي اسلام

قبول  ڪرڻ شروع ڪيو هو. اهي پنهنجي رب ڏانهن ان وقت ويا جڏهن مسلمان اجا تعداد ۾ گهٽ هئا، مشڪلاتن مان گذري رهي هئا ۽ پنهنجن دشمنن جي سخت حملن کي منهن ڏئي رهي هئا. انهن کي دنياوي زندگي ۾ ڪو فائدو پهچي نہ سگهيو هو. انهن لاءِ مغفرت ۽ انهن جي بلند درجات جي لاءِ دعا ڪندا هئا.

ان وقت، پيغمبر ﷺ ڏانهن سڄي عرب مان وفدن جي پنيان وفد اچي رهيا هئا پر نہ تہ اهي وفد ۽ نہ وري  اسلام جي دائري جي واڌ ڪيس انهن ساٿين جي ياد کي روڪي سگهيا. جيڪي باقين کان اڳ حقيقي خالق ڏانهن وڃي چڪا هئا. نبي ڪريمﷺ پنهنجي آرام جي وقت جو هڪ حصو انهن جي قبرن جي سامهون بيهڻ، انهن جي چهرن کي ياد ڪرڻ ۽ انهن لاءِ دعا ڪرڻ لاءِ وقف ڪري ڇڏيو هو.

اهو وقت نبي ڪريمﷺ جي زندگي جو آخري وقت هو. پيغمبرﷺ مئلن ۽ جيئرن ٻنهي کي الوداعي ڪلما چئي رهيا هئا. نبي ڪريمﷺ الله تعالىٰ جي اعليٰ  ۽ ابدي صحبت حاصل ڪرڻ جي تياري ڪري رهيا هئا.

# فجر کان اڳ ٿوري ننڊ

جڏهن تقريبن رات گذري ويندي هئي ۽ باقي رات جو آخري ڇهون حصو رهجي ويندو هو تڏهن نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم ٻيهر بستري تي ويندا هئا. رات جي ڊگهين نمازن، دعائن، تسبيحن، فوت ٿيل ساٿين ۽ مائٽن جي سنڀار لهڻ کان پوءِ پنهنجي جسم کي آرام ڏيڻ لاءِ ۽ پاڻ (ﷺ) کي فجر جي تياري لاءِ ۽ صبح جي ڪم ڪارن لاءِ پنهنجي جسم کي ٿورو آرام ڏيارڻ خاطر هڪ مختصر ننڊ ڪندا هئا. اهڙيءَ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم جو فجر تائين جو وقت ننڊ ڪندين گذري ويندو آهي. سيني مومنن جي ماء حضرت عائشه رضي الله عنها فرمائي ٿي:

"جڏهن بہ نبي ڪريم صلي الله عليه وسلم رات جو مون سان گڏ هوندا هئا تہ فجر جي نماز تائين ستا پيا هوندا هئا. "

پيغمبر ﷺ هن وقت ئي سهي نموني ننڊ ڪندا هئا. پاڻ ڪريمﷺ ايتري تائين ستل هوندا هئا جيستائين اونداهي ۾ فجر جي روشني نہ داخل ٿيندي هئي. ان ڪانپوءِ حضرت بلالؓ جي فجر جي اذان جڏهن مديني جي رات خاموشي کي ٽوڙيند هئي تہ ان وقت رسول اللهﷺ کي ننڊ مان جاڳايو ويندو هو. اهڙي نموني نبي ڪريمﷺ جي نئين ڏينهن جي شروعات ٿيندي هئي. مديني جو ڏينهن اذان جي پلارن لفظن سان شروع ٿيندو جنهن ۾ نبي ڪريمﷺ جي نبوت جي برڪت واري هوا جي سڳند شامل ٿي ويند هئي ۽ اسلامي پيغام جي روشني سان پورو مدينو روشن ٿي ويندو هو.

.

# پيغمبرﷺ جي زندگي جو هڪ ڏينهن پڙهڻ جو مقصد

پيغمبر ﷺ جي زندگي جو ڏينهن سندس وسيع زندگيءَ جي هڪ ٽڪري جي نمائندگي ڪري ٿو. جنهن مان ڪيترائي اونها انڪشاف ٿين ٿا.

١. پيغمبرﷺ جي ڏينهن ڪي جيڪڏهن ڪاميابين جي جوڙجڪ جي طور تي ڏسجي ته انساني تاريخ حيرت جي سمنڊ ۾ غوطا کائڻ لڳندي آهي. جهڙيون ڪاميابيون الله تعالىٰ جي رسول حضرت محمد صلي الله عليه وسلم کي مليون اهڙيون ڪاميابيون تاريخ ۾ ٻيو ڪو به انسان حاصل ڪري نه سگهيو آهي ۽ نه وري سگهندو.

٢. پيغمبر ﷺ جي روزاني زندگي ۾ سڀ کان پهرين ڳالهه جيڪا ڌيان ڇڪائي ٿي اها سندس قول ۽ فعل جو هڪ هجڻ آهي. سندس قول ۽ فعل هڪ روشن سج جيان هميشه چمڪندو رهي ٿو. سندس زندگي ۾ ڪا به اونداهي ڪنڊ يا ڳُر ٿيل ڪُڙي نه آهي. نبي ڪريمﷺ جي زندگي جي هر شيءِ صاف ۽ شفاف آهي. اسان ڄاڻون ٿا ته پاڻ ڪريمﷺ گهر ۾ ڇا ڪندا هئا. هو پنهنجي گهر جو دروازو ڪيئن بند ڪندا هئا، پنهنجي بستري تي ڪيئن ليٽندا هئا، سمهڻ وقت پنهنجي زالن سان ڇا ڳالهايون ڪندا هئا ۽ اسان کي سندس ساهه کڻڻ جي آواز جي به خبر آهي جڏهن هو ستل هوندو هو ۽ اسان کي ان ڳالهه جي به خبر آهي ته جڏهن پاڻ سڳوراﷺ ننڊ مان سجاڳ ٿيندا هئا ته پهريون ڪم ڪهڙو ڪندا هئا.

جيئن مان پيغمبر ﷺ جي روزاني زندگي جو مطالعو ڪري رهيو هوس ته مون محسوس ڪيو ته مان سندس جي باري ۾ پنهنجي ماءُ پيءُ کان به وڌيڪ هن کي ڄاڻان ٿو. نبي ڪريمﷺ جي زندگي هڪ کليل ڪتاب جيان آهي.

٣. جڏهن اسان پيغمبرﷺ جي روزاني جي زندگي کي ڏسنداسين ته اسان کي نبي ڪريمﷺ جي ان فرمان جي سمجهه ايندي ته : "نماز منهنجي اکين جو ٺار آهي." نبي ڪريمﷺ نماز جي هميشه پابندي ڪندا هئا پوءِ ڇاهي اها فرض، نفل يا تهجد ڇو نه هجي. پاڻ ڪريمﷺ هميشه ڏاڍي چاهه سان نماز پڙهندا هئا. نماز سندس ٿڪل جسم کي روحاني راحت مهيا ڪندي هئي. نماز جي ذريعي پيغمبرﷺ کي الله تعالىٰ اضافي طاقت ۽ برڪتون حاصل ٿينديون هيون. هر نماز کانپوءِ نبي ڪريمﷺ جي عزم کي هڪ نئين سگهه ملندي هئي. ايئن محسوس ٿيندو هو ته رسول اللهﷺ کي

نماز کي وڌ کان وڌ ترجيح ڏيندا هئا ۽ نماز پڙهڻ جڻ سندس خواهش هجي ۽ جتي به موقعو ملندو يا ضروت محسوس ٿيندي هئي هڪدم نماز پڙهڻ شروع ڪندا هئا. ان ڳالھ جو اظهار پاڻ ڪريمﷺ هيئن ڪيو هو. نبي ڪريمﷺ بلالؓ کي فرمايو ۽ جنهن مان سندس خواهش ظاهر ٿي رهي هئي : ” بلالؓ اسان کي نماز جي راحت ڏي.“

اهو جملو سندس روحاني خواهش جو مظهر آهي. پاڻ ڪريمﷺ جا اهي لفظ اسان جي لاءِ روح جي راحت آهن. نماز خالق ۽ مخلوق جي وچ ۾ راز ونياز جو هڪ ذريعو آهي.

ابن القيم جو بيان آهي ته نبي ڪريمﷺ هڪ ڏينهن ۽ رات (24 ڪلاڪن ) ۾ ڪل نماز جون 40 رڪعتون پڙهندو هو. جنهن ۾ 17 فرض نمازون، 12 نفل ۽ 13 تهجد جون رڪعتون پڙهندو هو. سندس نفل نمازن جو ڪو مقرر وقت نه هوندو هو. ڪڏهن صبح جو ڪجھ نفل پڙهندا هئا يا ڪنهن ماڻهو وٽ ويا ته اتي نفل نماز پڙهيائون يا مسجد ۾ داخل ٿيندا هئا ته نفل ادا ڪندا هئا. هڪ عام مسلمان هن اصول جي پيروي ڪري پنهنجي سڄي زندگي نبي ڪريمﷺ جي سنت تي عمل ڪري سگهي ٿو. توهان تصور ڪيو ته توهان پنهنجي خالق جي در کي ڏينهن رات ۾ 40 ڀيرا ڪڙڪايو ٿا ته هو هر ڀيري اوهان جي لاءِ پنهنجي رحمت دروازو کولي ٿو ۽ اوهان جي هر دعا ٻڌي ان جو جواب ڏئي ٿو. ايئن ڪرڻ سان اسان جي زندگي ۾ ڪيتري آسان ٿي ويندي. هر مصيبت، مشڪل يا مونجهاري وقت پنهنجي خالق جو دروازو ڪڙڪائجي.

۴. نبي ڪريمﷺ جي رات جي عبادت سڀ کان وڌيڪ جاذبيت واري هئي. جيڪا ڪيس پنهنجي رب سان مخاطب ٿيڻ جو سڀ کان وڌيڪ لطف ڏيندي هئي. جنهن ۾ گهري روحانيت هئي ۽ سرور جو سامان هوندو هو.

۵. الله تعالىٰ نبي ڪريمﷺ کي فرمايو ويو هو ته مان اوهانﷺ جا اڳيان پويان سڀ گناھ بخشي ڇڏيا آهن ان جي باوجود به پاڻ ڪريمﷺ هميشه پنهنجي لاءِ بخشش جي دعا گهراندا هئا. نبي ڪريمﷺ پنهنجي ڏينهن جي شروعات اسغفار کان ڪندو هو ۽ حضورﷺ ڏينهن ۾ ۱۰۰ ڀيرا استغفار ڪندو هو. هڪ ڀيري نبي ڪريمﷺ پنهنجي اصحابينؓ سان گڏ وينا هئا ۽ استغفار ڪري رهيا هئا ته اصحابينؓ ڳڻيو ته نبي ڪريمﷺ ۱۰۰ ڀيرا استغفار ڪيو. پاڻ سڳوراﷺ فرمائي رهيا هئا :

رَبِّ اغْفِرِ لي وتُب عليّ ، إنّكَ أنتَ التّوّابُ الغَفورُ (صحيح ابن ماجہ 2/321، حصن المسلم 195)

منهنجا پالڻهار مون کي معاف فرما ۽ منهنجي توبه قبول فرما. تون ئي توبه قبول ڪندڙ ۽ سيني کي معاف ڪندڙ آهين.

نبي ڪريمﷺ پنهنجي رات جي عبادت ۾ به استغفار ڪندو هو:

اللّٰهُمّ اغْفِرْ لِي مَا قَدّمْتُ وَمَا أَخّرْتُ، وَمَا أَسْرَرْتُ وَمَا أَعْلَنْتُ وَمَا أَنْتَ أَعْلَمُ بِهِ مِنِّي، أَنْتَ المُقَدِّمُ وَأَنْتَ المُؤَخِّرُ وَأَنْتَ عَلَى كُلِّ شَيْءٍ قَدِير (صحيح مسلم 771، ، حصن المسلم 58)

اي منهنجا الله! مون کي معاف فرما جيڪو مون اڳ ۾ ڪيو ۽ جيڪو مون پوءِ ڪيو، جيڪو مون لڪي ڪيو ۽ جيڪو مون ظاهري ڪيو ۽ جيڪا مون زيادتي ڪئي جنهن کي مون کان وڌيڪ تون ئي ڄاڻي ٿو. تون ئي (هرشيءِ کي ان جي جاءِ کان) اڳتي ڪرڻ وارو آهين ۽ تون ئي (ان کي) پوءِ ڪرڻ وارو آهي ۽ تون ئي هر شيءِ تي قادر آهين.

الله تعالىٰ نبي ڪريمﷺ جا سڀ گناه بخشي ڇڏيا هئا پر ان جي باوجود به پاڻ ڪريمﷺ تمام گهڻو استغفار ڪندا هئا. اسان انسان جيڪي هر وقت گناهن جي گهيري ۾ رهندا آهيان سي پنهنجي پياري رسول اللهﷺ جي هن سنت عمل ڪري گناهن کان بچون ۽ هر وقت الله تعالىٰ کان گناهن جي بخشش گهرندا رهون.

٦. نبي ڪريمﷺ جڏهن به دعا گهرندا هئا يا نماز پڙهندا هئا پهريان الله تعالىٰ جي واکاڻ بيان ڪندا هئا. ان مان اندازو لڳائي سگهجي ٿو ته نبي ڪريمﷺ جي زندگي جو محور ۽ مقصد پالڻهار جي محبت هو. نبي ڪريمﷺ کي پنهنجي رب جي عظمت جي خبر هئي تنهن ڪري، پاڻ ڪريمﷺ ڪڏهن به الله تعالىٰ جي تعريف ڪرڻ ۾ گهٽتائي نه ڪندا هئا. جڏهن حضورﷺ ننڊ مان سجاڳ ٿيندا هئا ته پهرين ڳالهه جيڪا پاڻ سڳوراﷺ ڪندا هئا اها الله تعالىٰ جي تعريف هوندي هئي. ساڳي نموني سمهڻ کان اڳ به الله تعالىٰ جي ساراهه بيان ڪندا هئا. نبي ڪريمﷺ جي صبح ۽ شام پالڻهار جي ساره سان ٿيندي هئي ۽ ان کان علاوه هو به هو هر وقت الله تعالىٰ جي تعريف ۽ شان بيان ڪندا رهندا هئا. اهو تڏهن ممڪن آهي جڏهن ڪنهن کي الله تعالىٰ محبت، سندس بندگي ۽ سندس عظيم صفتن جي سڃاڻپ هجي ۽ ان شيءِ جي گهرائي کان آگاهي هجي. جيڪا صرف ۽ صرف رسول اللهﷺ کي هئي.

٧. نبي ڪريمﷺ فرض نمازن کي هميشه انهن جي شروعاتي وقت تي پڙهندا سواءِ عشاء جي نماز جي جيڪا ڪڏهن ڪڏهن دير سان پڙهندا هئا.

٨. پيغمبر ﷺ عام طور تي پنهنجن اصحابنؓ سان فرض نمازن کان پوءِ ۽ گهڻو ڪري فجر ۽ ظهر کان پوءِ خطاب ڪندا هئا ڇاڪاڻ ته انهن وقتن تي انسان چست ۽ ڦڙت هوندو آهي. اهي ٻئي نمازون رات جي ننڊ ۽ منجهند جي ٿوري ننڊ کان پوءِ هونديون آهن. پاڻ سڳوراﷺ پنهنجي اصحابنؓ سان عصر ۽ عشاء جي نمازن کانپوءِ گهٽ ئي خطاب ڪندا هئا ڇاڪاڻ ته ماڻهو عام طور تي انهن وقتن

تي ٿڪل هوندا هئا ۽ انهن کي آرام جي ضرورت هوندي هئي. مغرب کان پوءِ انهن سان بلڪل به نہ خطاب ڪندا آهي چاڪاڻ تہ اهو وقت ماڻهن جي رات جي ماني کائڻ جو هوندو هو تنهن ڪري، پاڻ سڳوراﷺ انهن کي ان وقت تي ڪو واعظ نہ ڪندا هئا سواءِ ڪنهن اوچتي ضرورت جي.

٩. پيغمبر ﷺ پنهنجي سيني مصروفتين جي وچ ۾ صحيح توازن رکندا هئا : جهڙوڪ، فرضن جي تڪميل، زندگيءَ جي گهرجن کي پورو ڪرڻ، عبادت ڪرڻ، خدا جو پيغام پهچائڻ، پنهنجي خاندان جي سار سنڀال لهڻ، پنهنجن ساٿين جو خيال رکڻ، پنهنجو خيال رکڻ ۽ پنهنجي وقت تي ٻين سيني گهرجن کي پورو ڪرڻ. حضورﷺ جي انهن سيني ڪمن جي وچ ۾ هڪ مڪمل توازن هوندو هو. توهان کي نبي ڪريمﷺ جي زندگي ۾ ڪٿي بہ ڪا گهٽتائي نظر نہ ايندي. هر ڪم پنهنجي وقت تي ۽ ضرورت مطابق نظر پورو ٿيل نظر ايندو. توهان ڏسندؤ تہ پاڻ سڳوراﷺ ڪيئن ان ڳالهہ تي عمل ڪندا هئا ۽ پاڻ سڳورنﷺ ٻين کي بہ ايئن ڪرڻ جي تلقين ڪندا هئا. رسول اللهﷺ جو فرمان آهي تہ:

"توهان جي جسم جو توهان تي حق آهي؛ توهان جي اکين جو توهان تي حق آهي؛ توهان جي زال جو توهان تي حق آهي؛ توهان جي مهمان جو توهان تي حق آهي؛ توهان جي ٻارن جو توهان تي حق آهي ۽ توهان جي دوست جو توهان تي حق آهي."

حقدارن جا حق ڪيئن ڏجن ان جي لاءِ نبي ڪريمﷺ جي زندگي هڪ مثال آهي. جنهن کي سامهون رکي اسان حقدارن جي حق ادا ڪري سگهون ٿا.

١٠. پيغمبر ﷺ جي زندگي سرگرمين سان ڀريل هئي پر ان ۾ اوهان کي ڪٿي بہ پريشاني نظر نہ ايندي ۽ نہ وري ذهني دٻاءُ نظر ايندو. جيتوڻيڪ سندس کي ڪيترائي مسئلا ۽ مشڪلاتون پيش آيون پر پاڻ ڪريمﷺ هميشه پرسڪون رهي انهن کي منهن ڏنو. جڏهن بہ ڪنهن مسئلي ۽ مشڪل کي منهن ڏيڻو پوندو هو تہ پاڻ سڳورنﷺ جي چهري مبارڪ تي ڪنهن بہ قسم جي پريشاني جا آثر نظر نہ ايندا هئا. ان مشڪل وقت تي بہ نبي ڪريمﷺ جي چهري مبارڪ تي سڪون هوندو هو ۽ ان جي حل ٿيڻ کانپوءِ بہ ساڳيو سڪون هوندو هو. مشڪل وقت تي جڏهن پنهنجي گهر ويندا هئا تہ ڪڏهن بہ ان جو پنهنجي گهر وارن سان ذڪر ئي نہ ڪندا هئا ۽ نہ وري انهن کي محسوس ڪرڻ ڏيندا هئا، جڻ تہ ڪا ڳالهہ ئي ڪا نہ هئي. پاڻ ڪريمﷺ جو پنهنجي گهر وارن سان ورتاءُ مشڪل کان اڳ ۽ پوءِ هميشہ ساڳيو هوندو هو. پاڻ سڳورنﷺ جي زندگي جو هميشہ اهو اصول هو تہ هر مسئلي ۽ مشڪل کي آرام ۽ اطمينان سان حل ڪجي.

١١. رسول اللهﷺ جي زندگي هڪ منظم زندگي هئي پر يڪسانيت واري نہ هئي. پاڻ سڳورنﷺ جي ورتاءُ ۾ بدلجندڙ حالتن کي منهن ڏيڻ لاءِ ڪافي لچڪ هئي. سندس زندگي ۾ افراتفري يا مونجهارو نہ هو ۽ نہ ئي سختي ۽ بيچيني هئي. سندس زندگي جي ترتيب ۽ لچڪ کي فرضي نمازن جو سهارو حاصل هوندو هو. انهن نمازن جا وقت مقرر ٿيل هئا انهن نمازن جي وقتن جي پابندي سندس زندگي کي منظم ڪرڻ ۾ سازگار ثابت ٿي. سندس جون پنهنجي ساٿين سان ملاقاتون، مختلف صورتحالن تي غوروفڪر ڪرڻ ۽ انهن کي حل ڪرڻ ۽ مقصد جي حاصلات جي لاءِ جدوجهد جا ڪم ترتيب ۽ منظم نموني سرانجام ڏيندا هئا. جنهن ۾يڪسانيت جو عنصر نظر نٿو اچي.

١٢. رسول اللهﷺ جي زندگي سادي ۽ بي غرضي هوندي هئي. پاڻ سڳوراﷺ تمام گهڻا نرم مزاج ۽ بي انتها محبت ڪرڻ وارا هئا جڏهن لاطمعي (بي غرضي) سندس فطرت ۾ شامل هئي. پيغمبرﷺ هر ڪنهنجي ڏک ۾ شريڪ ٿيندڙ ۽ سيني سان خوشيون ونڊيندڙ هئا. نبي ڪريمﷺ تمام گهڻا ملنسار، مهمانواز ۽ سيني جا ڀر جهلا هئا. هر وقت ۽ هر هنڌ ۽ هر ڪنهنجي مدد ڪرڻ لاءِ هميشہ تيار هوندا هئا.

نبي ڪريمﷺ جي اهڙي رويي جي ڪري هر ڪو ساڻس پيار ڪندو هو. سندس محبت ماڻهن جي دلين ۾ گهر ڪري ويندي هئي. جنهن ڪري هر مشڪل ۽ مصيبت ۾ پنهنجو چاهي پرايو هن وٽ اچي حاضر ٿيندو هو ۽ ڪانس مدد جي درخواست ڪندو هو.

١٣. رسول اللهﷺ جي زندگي ۾ عام طور تي خوشي ۽ تفريح بہ موجود هوندي هئي. نبي ڪريمﷺ جي چهري مبارڪ تي هميشہ مسڪراهٽ موجود هوندي هئي. سندس جون ڪچهريون هميشہ خوشگورا هونديون هيون جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن هلڪو ڦلڪو مذاق جو عنصر بہ شامل هوندو هو. هڪ ڀيري پاڻ سڳوراﷺ پنهنجي گهر کان ٻاهر اچي حبش مان آيل حبشين لوڪ ناچ جيڪو مسجد ۾ ڪري رهيا هئا اچي ڏٺو هو ۽ پاڻ سڳورنﷺ پنهنجي گهر واري کي بہ اهو ڏيکاريو هو. نبي ڪريمﷺ هن کي فرمايو: ” بني ارفدة! پنهنجي راند جاري رکو تہ جيئن يهودين ۽ عيسائين کي خبر پوي تہ اسان جي دين ۾ هر ڪنهنجي لاءِ جاءِ آهي. مون(ﷺ) کي هڪ پاڪ ۽ رحم واري پيغام ڏئي موڪليو ويو آهي.“

بيشڪ نبي ڪريمﷺ جو دين نرم ۽ رحم آڇيندڙ آهي جنهن ۾ خوشين ۽ تفريح جي گنجائش آهي.

١۴. نبي ڪريمﷺ جي گهريلو زندگي محبت، هم آهنگي ۽ رشتن جي احساس ۽ جذبات سان ڀريل هوندي هئي. هر ننڍڙي کان ننڍڙي ڳالھ جو خيال اهڙي نموني رکيو ويندو جنهن مان پيار ۽ محبت جا جذبات ظاهر ٿيندا. جهڙوڪ : ساڳي گلاس مان پيئڻ يا پنهنجي گهر واري جي وات ۾ پنهنجي هٿن سان ماني جو گرنھ وجهڻ ، رات جو بستري تي گهر واري سان ڪچهري ڪرڻ، گهر جون ضرورتون پوريون ڪرڻ دراصل هي ننڍڙا عمل محبت جو سنگ ميل هوندا آهن.

١۵. نبي ڪريمﷺ کي ماڻهن جي نفسيات ، ضرورت ۽ ڪم جو تمام گهڻو ادراڪ هوندو هو. نماز ۾ بہ ان ڳالھ جو خاص خيال رکندا هئا. جڏهن نبي ڪريمﷺ فرض نماز جماعت سان ادا ڪندا هئا تہ ان کي مختصر ڪندا هئا پر جڏهن نبي ڪريمﷺ تنهائي ۾ نفلي نمازون پڙهندا هئا تہ اهي تمام ڊگهيون پڙهندا هئا. جيڪڏهن ڪڏهن نبي ڪريمﷺ فرض نماز کي ڊگهو ڪرڻ جو اردو ڪندا هئا پر ڀئي پاسي ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز ٻڌندا هئا تہ هڪدم نماز کي ننڍو ڪري سلام ڦيرندا هئا تہ جيئن جماعت ۾ آيل ماءُ کي ڪا پريشاني نہ ٿئي.

١٦. جڏهن اسان نبي ڪريمﷺ جي زندگي جو مطالعو ڪيون تہ اسان کي پاڻ سڳورنﷺ جون تهجد واريون نمازون تمام اميق لڳن ٿيون. رسولﷺ جون تهجد جون نمازون تمام گهريون هونديون هيون. انهن نمازن ۾ هو دنيا کي بي نياز ٿي ويندا هئا. نبي ڪريمﷺ پنهنجي سڄي حياتي تهجد جي نماز پڙهندا رهيا هئا.

١٧. اسان کي نبي ڪريمﷺ جي هڪ ڏينهن جي سرگرمي ٽن حصن ۾ نظر اچي ٿي.

ا. سندس اڌ رات جو حصو جنهن ۾ پاڻ سڳوراﷺ ننڊ مان سجاڳ ٿي تهجد پڙهندا هئا. جنهن ۾ هو پنهنجي پالڻهار رمز جون ڳالهيون ڪندا هئا.

ب. ٻيو حصو فجر وارو هو. تهجد کانپوءِ ٿورو آرام ڪري فجر وقت نبي ڪريمﷺ ترو تازا ٿي ايندا هئا. فجر جي نماز کانپوءِ هو پنهنجي ساٿين کي نصيحتون ڪندا ۽ هدايتون ڏيندا هئا.

ت. ٽيون حصو ظهر جو هو. جنهن ۾ هو ظهر جي نماز کان اڳ ٿوري ننڊ ڪندو هو. ان کانپوءِ نماز پڙهائي پنهنجي ساٿين کي خطاب ڪندو هو. انهن جي گهرجن کي پورو ڪندو هو ۽ معاشرتي مسئلا حل ڪندو هو.

۱۸. نبي ڪريمﷺ جي روزاني زندگي جي ورتاءُ مان هڪ اجنبي به اندوزو لڳائي سگهيو ٿي ته هو (ﷺ) الله تعالىٰ جو رسول ۽ پيغمبر آهي. جيڪو به پاڻ سڳورنﷺ سان ملندو هو ان کي معلوم ٿي ويندو هو ته حضورﷺ سچو آهي ۽ سندس دعويٰ به سچي آهي ته هو (ﷺ) رسول اللهﷺ آهي. هن جي دعويٰ ۾ هن جو ڪو ذاتي مقصد ناهي. جڏهن ثمامه بن أثال کي قيدي بڻائي مديني وٺي آيا. اسلام قبول ڪرڻ کان اڳ ثمامه بن أثال جي لاءِ سڀ کان ناپسنديده شخصيت نبي ڪريمﷺ جي هئي. پيغمبرﷺ کيس مسجد ۾ هڪ ٿنڀي سان ٻڌرائي ڇڏيو. ان قيد جي دوران ثمامه بن أثال نبي ڪريمﷺ جي ڪردار کي ڏٺو ۽ پيغمبرﷺ جي ڏينهن ۽ رات جون مصروفيات ڏٺيون ۽ ماڻهن سان سندس سلوڪ ڏٺو ته هن کي احساس ٿيو ته حضرت محمدﷺ نه بادشاهه آهي ۽ نه وري آمر آهي. انهن ڳالهين مان هو ان نتجي تي پهتو ته واقعي حضرت محمدﷺ الله جو رسول ۽ پيغمبر آهي. ڪجھ ڏينهن جي قيد کانپوءِ نبي ڪريمﷺ هن کي آزاد ڪري ڇڏيو. ثمامه بن أثالؓ مسجد مان ٻاهر نڪري ويو ۽ ٿوري دير کانپوءِ غسل ڪري واپس موٽي آيو ۽ اچي پيغمبرﷺ جي سامهون ويهي رهيو ۽ ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيو ۽ چيائين : " مان شاهدي ڏيان ٿو ته الله کانسواءِ ڪو به عبادت جي لائق ڪونهي ۽ مان اها به شاهدي ڏيان ٿو ته محمد (ﷺ) الله جو رسول آهي. اي محمدﷺ ! هن ڌرتي منهنجي لاءِ اوهانﷺ کانسواءِ ٻي ڪا به شخصيت ناپسنديده نه هئي ۽ هاڻي هن ڌرتي منهنجي لاءِ اوهانﷺ کانسواءِ ٻي ڪا به شخصيت محبوب ڪانهي. پهريان مان اوهانﷺ جي مذهب کان نفرت ڪندو هيس پر هاڻي ان کانسواءِ ڪو ٻيو مذهب مون کي محبوب ڪونهي. پهريان مون کي اوهانﷺ جي شهر کان نفرت هئي پر هاڻي ان کانسواءِ ٻيو شهر وڻي ئي ڪو نه ٿو." (صحيح بخاري 4372)

اهڙي قسم جو ٻيو واقعو هي آهي ته عدي بن حاتم جيڪو پنهنجي قبيلي جو سردار ۽ عيسائي هو. هڪ ڏينهن هو نبي ڪريم ﷺ سان گڏ هلي رهيو هو ته هڪ عورت جنهن سان هڪ ٻار هو، نبي ڪريم ﷺ کي سڏيو. عدي ٻڌايو ته " هو نبي ڪريم ﷺ سان اڪيلائي ۾ ڳالهائڻ لڳي جيئن ئي نبي ڪريمﷺ هن ڏانهن ويا. عورت گهڻي دير تائين نبي ڪريمﷺ سان ڳالهائيندي رهي ايستائين جو مان انهن ڏانهن وڃي ويس." مون دل ۾ سوچيو ته نبي ڪريمﷺ منهنجي مذهب مان ناهي نه وري النعمان بن المنذر جي مذهب جو پيروڪار آهي ۽ پاڻ سڳوراﷺ بادشاهه به نه آهن نه ته ڪنهن ٻار يا عورت کي طاقت نه ٿئي ها ته هو اوهانﷺ کي ايئن سڏڪن ها ۽ ايئن روڪي ڳالهائن ها. ان ڳالهه منهنجي دل تي وڏو اثر ڪيو ۽ ان کانپوءِ مان ڪلمو پڙهي مسلمان ٿيس."

.١٩

سندس روزاني جي ڪمن مان پتو پوي ٿو ته حضرت محمد ﷺ جي زندگي خوشين ۽ برڪتن سان ڀريل هئي. اها خوشي ۽ برڪت اعلىٰ ايمان جو نتيجو هئي. اعلىٰ ايمان الله تعالىٰ جي پوري ڀروڙ ۽ هن تي مڪمل يقين سان حاصل ٿيندو آهي. ان ايمان جو ٻيو ڪو انسان تصور به نٿو ڪري سگهي.

معراج دوران نبي ڪريمﷺ کي ستن آسمانن کان به مٿي جو سفر ڪرايو ويو ۽ اهي شيون ڏيکاريون ويون جنهنجو ڪو به انسان تصور نٿو ڪري سگهي. نبي ڪريمﷺ جنت کي پنهنجي اکين ڏٺو. ان کان علاوه ڪوثر جي چشمي کي جنت ۾ ڏٺو. جنهنجي مٿي ڪستوري (مُشڪ) هئي ۽ پٿريون موتي جون هيون.

اسان ان جو اندازو به نٿا ڪري سگهون ته نبي ڪريمﷺ جا ڪهڙا احساس هوندا جڏهن پاڻ سڳورنﷺ اهڙي اعلىٰ مقام تي پهتا ۽ اتي نبي ڪريمﷺ کيئن ۽ ڪهڙي نموني پالڻهار جي تعريف ڪئي هوندي. ان جو جواب صرف ۽ صرف رسول اللهﷺ ئي ڏئي سگهيو ٿي ۽ هن پڻ ٻڌايو ۽ فرمايائون " مان پنهنجي رب سان گڏ رهان ٿو جيڪو مون کي کارائي ٿو ۽ پيئاري ٿو" پالڻهار سان ملاقات وقت نبي ڪريمﷺ کي جيڪا خوشي ٿي هوندي ان جو اندازو ڪرڻ اسان لاءِ ناممڪن آهي. ان ملاقات جي مناس جو احساس دنيا جي ڪنهن به خوشي مان نٿو ٿي سگهي.

.٢٠ نبي ڪريمﷺ جي زندگي ۾ الله تعالىٰ جي شڪر گذاري جو عنصر تمام گهڻو هو. هر وقت هر پل ڏٺي جو شڪر ادا ڪندو رهندو. صبح جو اٿڻ کان وٺي رات جو سمهڻ تائين پالڻهار جي پالوٽ جي شڪر گذاري ڪندو هو.

ان مان اسان کي سبق ملي ٿو ته اسان الله تعالىٰ جا شڪر گذار عبد ٿي رهون. اسان جو رب اسان تي جمڻ کان وٺي مرڻ تائين پنهنجي ڪرم جي برسات ڪندو رهي ٿو. ان ڪري انسان پنهنجي رب جو هر وقت ۽ هر پل شڪر ادا ڪندو رهي.

.٢١ نبي ڪريمﷺ پنهنجي شروعاتي حياتي ۾ ڏاڍا ڏک ڏنا ۽ تڪليفون برداشت ڪيون. ننڍپڻ ۾ والدين ۽ ڏاڏي جي وفات جو ڏک ۽ يتيمي جو احساس ۽ نبوت ملڻ ڪانپوءِ ڪافرن جي ڪروڌ کي منهن ڏيڻو پيو. ان دوران پيغمبرﷺ کي پنهنجي پياري، همدرد ۽ مددگار گهر واري جي وڇوڙي ۽ سندس پرجهلي چاچي ابو طالب جو وفات جو ڏک سهڻو پيو ۽ ان کان علاوه سندس ڇهن ٻارن جي

فوت ٿيڻ جو ڏک، پنهنجي آبائي شهر کي ڇڏڻ جو ڏک ۽ ان کان علاوه ٻيا ڪيترائي وڏيڪ ڏکوئيندڙ واقعا برداشت ڪرڻا پيا.

انهن ڏکن ۽ مصيبتن جي باوجود به پاڻ ڪريمﷺ جي زندگي ۾ ڪٿي به نااميدي نظر نٿي اچي بلڪ هر گهڙي ۽ هر لمحي ۾ اميد ۽ ٻين جي لاءِ ڀلائي ئي ڀلائي نظر اچي ٿي. اوهان جڏهن نبي ڪريمﷺ جي روزاني زندگي کي ڏسندؤ ته اوهان کي ايئن محسوس ٿيندو ته ڄڻ نبي ڪريمﷺ زندگي ۾ ڪڏهن ڏک ڏٺو ئي ناهي. رسول اللهﷺ هميشه پنهنجي تڪليفن، مصيبتن ۽ سورن کي لڪائي انسانيت جي ڀلائي ۾ رڌل رهيو.

٢٢. اصحابينؓ سان پيغمبر ﷺ جو رويو هڪ مثالي رويو هو. رسول اللهﷺ انهن جي ضرورتن جو خيال ڪندو. ڏک هجي چاهي سک، پاڻ ڪريمﷺ هميشه انهن سان گڏ هوندو هو. سندس ساٿي به پيغمبرﷺ تي پنهنجي جان صدقي ڪندا هئا. اسان اهو چئي سگهون ٿا ته پيغمبرﷺ جي مديني اچڻ کانپوءِ جيڪو به ٻار ڄمندو هو ان جي پهرين خوراڪ نبي ڪريمﷺ جو لعاب مبارڪ هوندي هئي ۽ ان کان علاوه فجر جي نماز کانپوءِ عورتون ۽ مرد پنهنجي ٻارن کي کڻي مسجد نبوي ايندا هئا ۽ نبي ڪريمﷺ کان پنهنجي ٻار لاءِ دعا ڪرائيندا هئا. ان کان علاه اڪثر ماڻهو پاڻي جو لوٽو يا جڳ کڻي ايندا هئا ۽ پيغمبرﷺ ان پاڻي ۾ برڪت ۽ شفا لاءِ پنهنجو هٿ مبارڪ وجهندو يا چپ مبارڪ پسائيندو. رسول اللهﷺ پنهنجي اصحابينؓ جي پرڻي ۽ مرڻي تي به ويندو. مطلب ته هر حال ۾ نبي ڪريمﷺ پنهنجي ساٿين سان ساٿ هوندو. اها سندس جي محبت ۽ شفقت هئي ۽ سندس ساٿي ان محبت ۽ شفقت سان هميشه مخمور هوندا هئا.

رسول اللهﷺ جي وصال کانپوءِ به هو پنهنجي ساٿين جي دلين ۾ هميشه موجود هوندو. پاڻ ڪريمﷺ جي ياد انهن جي اکين جا بند ٽوڙي ڇڏيندي هئي ۽ سندن اکين مان آب اٿلي پوندو هو.

٢٣. اصحابيؓ نبي ڪريمﷺ سان ايتري ته محبت ڪندا هئا جو هو نبي ڪريمﷺ هر ڪم ۽ ڳالھ کي نه صرف غور سان ڏسندا ۽ ٻڌندا هئا بلڪ ان کي ياد ڪري ڇڏيندا هئا ۽ ان تي عمل ڪندا هئا. نبي ڪريﷺ جي حياتي تي اوهان جيترو غور ڪندؤ اوهان ايترو پاڻ ڪريمﷺ سان محبت ڪرڻ شروع ڪندؤ.

**اي اسان جا پروردگار! اسان تنهنجي رسول حضرت محمد ﷺ تي ايمان آندو آهي ۽ اسان ڪيس ڏسڻ کان سواءِ سندس پيروي ڪئي آهي. اسان جا پروردگار! اسان کي قيامت جي ڏينهن سندس ديدار نصيب ڪجان ۽ سندس جي ديدار کان محروم نہ ڪجان. قيامت جي اسان کي سندس پوئلڳن سان گڏ اٿارجان ۽ اسان کي انهن ۾ شامل ڪجان جن جي حضرت محمدﷺ شفاعت ڪندو. اسان کي سندس چشمي مان پيئڻ نصيب ڪجان ۽ جنت ۾ رسول اللهﷺ جي صحبت نصيب ڪجان . اسان کي صديقن، شهيدن ۽ صالحن ۾ شمار ڪجان.** (آمين)!